عظمت ادبي اڪيڊمي نمبر

# بي اولاد

مصنف :

**اگنات هرمين**

مترجم :

**عمر ميمڻ**

**عظمت ادبي اڪيڊمي**

حيدرآباد .

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | بي اولاد |
| صنف: | ترجمو |
| ٽائيٽل: | فتاح |
| تاريخ: | ١ جنوري ١٩٨٤ |

قيمت

هي ڪتاب م.ع ميمڻ، سردار پرنٽنگ پريس مان ڇپرائي پڌرو ڪيو.

## مهاڳ

سنہ ۱۹۸۴ع جو پهريون ڪتاب ۽ عظمت ادبي اڪيڊميءَ جو ويهون ڪتاب پڙهندڙن آڏو موجود آهي هن سال دوران اسان جي ڪوشش رهندي ته گهٽ ۾ گهٽ هر مهيني هڪ ڪتاب پيش ڪجي. پر انهيءَ لاءِ اسان کي، پريس، ايجنٽن ۽ پڙهندڙن جي تعاون جي سخت ضرورت رهندي. اميد ته پڙهندڙن جو سات اسان سان شامل رهندو.

بي اولاد کان اڳ آيل ڪتاب ”لڳ منهنجا لوهه“ تقريباً ختم ٿي چڪو آهي. انهيءَ لاءِ اسين پڙهندڙن جا ٿورائتا آهيون ۽ واعدو ٿا ڪريون ته آئنده به سٺا معياري ۽ سستا ادبي شاهڪار پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪندا رهنداسون.

هي ڪتاب ”بي اولاد“ زيڪو سلواڪياجي ناميارياديب اگنات هرمين جي ناولٽ ’Childless‘ جو ترجمو آهي جنهن ۾ مصنف هڪ بي اولاد شخص جي جذبن جي عڪاسي ڪئي آهي. ترجمو سٺو آهي يا خراب، تنهن متعلق پڙهندڙن جي راءِ جو انتظار رهندو.

— محترم ”نظام عباسي متعلق اسان گذريل ڪتاب جي مهاڳ ۾ پڙهندڙن کي گذارش ڪئي ته ڪيس خط

لکيءَ انهيءَ ڳالهه تي مجبور ڪن ته هو اسان جا پئسا ادا ڪري. پاءِ نظام سان گذريل ڏينهن ملاقات ٿي. ڪيس اسان جي انهيءَ مهاڳ تي ڏک رسيو آهي. اسان کي انهيءَ جو احساس آهي ۽ پاءِ نظام يقين رکي ته اسان کي ڪنهن کي بدنام ڪرڻ جو ڪو به شوق نه آهي، ۽ خاص ڪري ڪنهن سنڌي پبلشر کي!!
بهرحال اهو جيڪو ٿيو تنهن ۾ اسان جون مجبوريون شامل هيون. هاڻي پاءِ نظام اسان جي رقم ادا ڪرڻ جو واعدو ڪيو آهي ۽ اميد اٿئون ته پاءِ نظام پنهنجو واعدو پورو ڪندو.

شل سنڌي پبلشرن ۾ هر طرح جو تعاون، هميشه قائم رهي.

مات سلامت.

عمر ميمڻ

ايوان روُن اڏون خوشقسمت انسانن مان هڪ هو، جن کي دنياوي زندگيءَ جي هر ممڪن آسائش ميسر ٿيل هوندي آهي ۽ سندن زندگي هر قسم جي ڏکن ۽ ڏولاون کان گهڻو ڏور، سک ۽ شانتيءَ جي پربهار چمن ۾ آرام ۽ اطمينان سان گذرندي آهي! ايوان وٽ پنهنجو گهر هو ۽ سندس زندگيءَ جي هر ڏک سک جي رفيق، يعني سندس زال سهڻي من موهڻي هئي، جنهن کي هڪ نظر ڏسڻ سان ئي غمن ۽ تڪليفن جا پاڇا دور ٿي ويندا هئا! ايوان جا مٽ مائٽ ۽ يار دوست سندس خوش بختيءَ تي رشڪ ڪندا هئا ۽ ايوان جي دولت ۽ سندس حسين زال واقعي اهڙو بي بها سرمايو هئا جيڪي ٻئي ڪنهن کي نصيب نه هئا!

ايوان اسڪول جي تعليم جي تڪميل کان پوءِ ڪاليج ۾ انهيءَ آسري تي داخلا ورتي جيئن هو پنهنجي مالدار، واپاري پيءُ جي خواهش مطابق قانون جي اعليٰ تعليم حاصل ڪري سگهي، ۽ دنيا ۾ پنهنجو نالو روشن ڪري! ايوان ضرور پيءُ جي خواهش مطابق قانون جي ميدان ۾ هر ملهه کي مارڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ها، پر حالتن ائين ٿيڻ نه ڏنو ۽ هو قانون جي تعليم مڪمل نه ڪري سگهيو. ٿيو ائين جو هو جوشيلو ۽ جذباتي نوجوان هجڻ ڪري هڪ سياسي پارٽيءَ جو

ڪارڪن بہ ٻڌجي ويو، جا ڳالھہ يونيورسٽيءَ جي اختياريءَ وارن کي ناپسند ھئي ۽ ڪيس سياسي ميدان مان بسترا گول ڪرڻ جي صلاح ڏني ويئي، پر ھو پارٽيءَ جي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رھيو ۽ نيٺ ڪيس سزا طور جيل جي ھوا کائڻي پيئي. ڪيس سزا جيتوڻيڪ چند ھفتن لاءِ ملي ھئي، پر آزاديءَ کان پوءِ يونيورسٽي اختياريءَ وارن مٿس يونيورسٽيءَ جي بيحرمتي ڪرڻ ۽ تقدس جو احترام نہ ڪرڻ جو ڏوھہ مڙھي، ھن جوشيلي ۽ جذباتي نوجوان کي ڪڍي ڇڏيو!! يونيورسٽيءَ مان خارج ٿيڻ تي، ايوان جو پيءُ ڪانئس ايتري قدر تہ ناراض ۽ بدظن ٿي پيو جو ڪيس گھر مان ڪڍي، پنھنجي جائداد کان بہ محروم ڪري ڇڏيائينس! پوڙھو روُن ڊڪٽيٽر مثل ھو، ھن پنھنجي پٽ کي رکيو پڙھائي ڪرڻ واري مشن تي بنائي رکڻ چاھيو، جڏھن تہ نوجوان ايوان جذباتي ۽ حساس انسان ھو، پنھنجي اندر جي آڌمن کان مجبور ٿي ھو سياسي تحريڪ ۾ شامل ٿيو ھو ۽ اھو قدم سندس خيال موجب ڪو ڏوھہ نہ ھو جڏھن تہ پوڙھي، پراڻن خيالن جي انسان روُن انھيءَ کي پنھنجي خلاف پٽ جي بغاوت ۽ نافرماني سمجھي ۽ ايترو سخت قدم کنيائين! اک ڇنڀ ۾ ايوان جي مستقبل جا سڀ خواب پٽ پئجي ويا ۽ ھو ھن دنيا ۾ اڪيلو ۽ بي يار و مددگار رھجي ويو. ھوڏانھن پوڙھي روُن، احتجاج ڪندڙ ماءُ کي بہ پنھنجي

ضد وسيلي خاموش ٿيڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ
فيصلي کان ڪجهه وقت پوءِ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو
ڪري ويو.

ايوان پيءُ جي سخت فيصلي ڪري دل شڪسته
نه ٿيو، پر هُن ايتري آسانيءَ سان زندگيءَ کان شڪست
تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ زنده رهڻ جو عزم
ڪري وڃي هڪ وڏي ۽ مشهور بينڪ ۾ ڪلارڪ
ٿيو! بينڪ ۾ جيتوڻيڪ کيس ٿيهه روپين جي معمولي
پگهار عيوض، پنهنجو ذهن ۽ جسم گروي رکڻا پيا، پر
هن مستقبل سنوارڻ جي خيال کان تن آسانيءَ کان ڪم
نه ورتو ۽ لاڳيتي محنت ۽ پنهنجي خوش اخلاقيءَ
وسيلي بالا آفيسرن جي نظر ۾ پنهنجي لاءِ اهم مقام
ڳڻي ورتو. سندس محنت ۽ قابليت لڪي نه رهي ۽
ايوان جو نالو بينڪ جي اعليٰ اختياريءَ وارن تائين
وڃي پهتو جنهن ڪري هو تمام تيزيءَ سان ترقيءَ
جون ڏاڪڻيون چڙهندو ويو ۽ پاڻ کان ڪيترن سينئر
ملازمن کي پوئتي ڇڏي ويو! انهيءَ تمام عرصي دوران
سندس ڪم ۽ اٿ ويهه تي ڪڙي نظر رکي ويئي پر
هن ڪو اهڙو ڪدو يا ڪچو ڪم نه ڪيو جنهن تي
کيس ڪجهه چئي سگهجي ها. اُلٽو هن بهترين انتظامي
صلاحيتن جو مظاهرو ڪري پنهنجي ترقيءَ جا وڌيڪ
امڪان پيدا ڪري ڇڏيا. آخر هڪ ڏينهن بينڪ جي
ڊائريڪٽرن جي انتظامي ميٽنگ ڪوٺائي ويئي جنهن ۾

شريڪ ٿيڻ لاءِ ايوان کي بہ دعوت نامو مليو ۽ گڏجاڻي ۾ بورڊ جي هڪ اهم شخصيت پنهنجي تقرير ۾ ايوان جو نالو بينڪ جي جنرل مئنيجر جي حيثيت ۾ پيش ڪيو، ڇاڪاڻ تہ اها آسامي اڳوڻي مئنيجر جي اوچتي انتقال ڪري خالي پيئي هئي. بورڊ جي صدر، اها آڇ ڪرڻ وقت ايوان کي مخاطب ٿي چيو "مسٽر ايوان، جيتوڻيڪ اها آسامي بينڪ جي عزت ۽ ناموس لاءِ نهايت اهم آهي ۽ انهيءَ تي اصولاً ڪنهن سينئر ملازم جو تقرر ٿيڻ کپندو هو، پر اسان اوهان جي قابليت کي چڱيءَ پر پرکيو آهي ۽ پڪ اٿئون تہ اسان جو اهو انتخاب غلط ثابت نہ ٿيندو، ۽ بينڪ جي نيڪ نامي ۽ مشهوريءَ ۾ واڌ جو سبب بڻبو! مسٽر ايوان، مون کي بذات خود توهان جي ذات ۽ قابليت ۾ مڪمل اعتماد آهي ۽ اميد اٿم تہ توهان اها آڇ ضرور قبول ڪندا ۽ اڳتي بہ ساڳي جانفشانيءَ سان ڪم ڪندا رهندا!"

ايوان، جو لازماً پنهنجي خدمتن جي معاوضي طور ترقيءَ جو خواهان هو، سو پاڻ بہ اها آڇ ٻڌي حيران ٿي ويو، ڪيس اهڙي ڪابہ اميد ڪانہ هئي تہ بينڪ جي ايتري اهم ڪرسيءَ لاءِ سندس انتخاب ڪيو ويندو، پر بهرحال هن پنهنجي حيرانيءَ ۽ عجب کي پاڻ تائين محدود رکيو ۽ ٻين تي انهيءَ جو اظهار نہ ڪيائين، ۽ انهيءَ آڇ تي پنهنجي خوشي ۽ قبوليت جو اظهار ڪيائين! ايوان کي پنهنجي قابليت تي ڀروسو هو ۽

پڪ هئس ته هو انهيءَ ڪرسيءَ لاءِ نهايت لائق آفيسر ثابت ٿيندو ۽ بينڪ جي اختياريءَ وارن کي پنهنجو فيصلو مٽائڻو نه پوندو.

انهيءَ ڏينهن شام جو مقامي اخبارن ذريعي ايوان جي مقرريءَ جو اعلان ڪيو ويو. ۽ انهيءَ ڪاروبار سان تعلق رکندڙ ماڻهن کيس خوش نصيب انسان هجڻ جو لقب ڏنو ۽ جيڪي کيس چڱيءَ ريت سڃاڻندا هئا يا جن کيس ويجهڙائيءَ کان پرکيو هو تن ائين به چيو ته بينڪ جي ملازمن کي هڪ اعليٰ آفيسر مليو آهي، ۽ پڪ ته هاڻي بينڪ جي مان ۾ واڌارو ٿيندو!!

ايوان باشعور انسان هو، جيسين سندس زندگي گردش ۾ هئي، ۽ کيس پنهنجو پيٽ پالڻ لاءِ سخت محنت ٿي ڪرڻي پئي، تڏهن هن شاديءَ متعلق ڪڏهن سوچيو به نه، جو سندس خيال ۾ اهو قسم انهيءَ ڇوڪريءَ سان ناانصافيءَ جو باعث بڻجي ها جيڪا ڪنهن مجبوريءَ ڪري سندس زال بڻجي ها، پر هاڻ جو هو ايڏي وڏي درجي تي فائز ٿيو هو، ۽ سندس زندگيءَ ۾ ڪو ڏک ۽ تڪليف نه رهي هئي، تڏهن هُن کي شريڪ حيات جي ضرورت محسوس ٿي ۽ گهڻي ڳولها کان پوءِ هڪ نيڪ، سلڇڻي ۽ حسين ڇوڪريءَ جو اعتماد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ سندس خوش بختيءَ ۾ اهو پڻ هڪ اضافو ٿيو. جنهن شيءِ جي اڃان وٽس ڪمي هئي، سا پڻ کيس نصيب ٿي ويئي!

ايوان پنهنجي شريڪ حيات واري عهدي لاءِ جنهن
ڇوڪريءَ جو انتخاب ڪيو هو، سا هڪ نهايت غريب
ڇوڪري هئي، جيتوڻيڪ ڪجهه وقت اڳي ڇوڪريءَ
جو والد، اتان جو هڪ وڏو ۽ ناميارو تاجر هو، پر
زماني ۽ ستارن جي گردش ڪري، ڏسندي ئي ڏسندي
سندس ڪاروبار ختم ٿي ويو، ناموس منجهي ويئي ۽ هو
مفلسيءَ جي چار ۾ جڪڙجي ويا، ايتريقدر جو سندن
گذران به مشڪل سان ٿي سگهندو هو. ايوان جو
اهڙي غريب مائٽن جي ڇوڪريءَ جي چونڊ ڪئي ته
سندس يار دوست ۽ ڄاڻ سڃاڻ وارا حيران ئي ٿي ويا!
سندن حيرانگيءَ جو سبب اهو هو جو ايوان پنهنجي
عزت، ناموس، دولت ۽ عهدي جي لحاظ کي سامهون
رکي جي پنهنجي حيثيت وٽان ڪا ڇوڪري ڳولي ها
ته به ڪيس ڪا مشڪل نه پيش اچي ها. پر ايوان
هڪ غريب ڇوڪريءَ کي پسند ڪيو جيڪا ڳالهه
سوسائٽيءَ جي تعليم يافته ۽ مهذب ميمرن جي نظر ۾
هڪ سنگين ڏوهه برابر هئي! جيئن مهذب ۽ ترقي يافته
معاشري ۾ ٿيندو آهي، بلڪل ائين ئي ايوان سان ٿيو
جو سندس انهيءَ چونڊ متعلق ماڻهن ۾ چوٻول ٿيڻ
لڳو! ڪين اها جستجو ٿي ته ڪنهن نموني انهيءَ شاديءَ
پٺيان لڪل سبب ڳولي لهن ۽ ڪين ايوان کي بدنام
ڪرڻ جو ڪو وجهه ملي. هنن ڪيتريون ڳالهيون
ٺاهيون، چي (١) ايوان ان ڇوڪريءَ جي محبت ۾

اڳ ئي گرفتار ٿيل هو، (٢) جڏهن هو غريب هو، تڏهن اها ڇوڪري سندس مدد ڪندي هئي ۽ ايوان انهيءَ احسان لاهڻ لاءِ ساڻس شادي ڪئي آهي (٣) ايوان ۽ انهيءَ ڇوڪريءَ ۾ ڪي ڳجها جنسي تعلق هئا، جن جي ڪري مجبور ٿي ايوان شاديءَ لاءِ ڪيس پسند ڪيو .... ۽ ٻيون به ڪيتريون ئي ڳالهيون، پر ڪا ڳالهه جهلو نه ڪري سگهي، ايوان، انهيءَ ڇوڪريءَ سان سچي، پرخلوص، ۽ پاڪ محبت ڪندو هو، سندس پيار ۾ ڪنهن قسم جي اجاين خيالن ۽ جذبن لاءِ جاءِ نه هئي ۽ هُن ثابت قدم رهي، ميگدا کي حاصل ڪري ورتو هو! ايترو وابسته ٿيو هو جو ميگدا، پنهنجي پيءُ جي ڪاروبار تباهه ٿيڻ تائين هُن کي ڪو آسرو نه ڏنو، پر انهيءَ حادثي ڪان پوءِ هُن ايوان جي زندگيءَ ۾ اچڻ قبول ڪيو، ۽ ايوان، جنهن جي سيني ۾ هڪ مخلص ۽ پيار ڀري دل هئي، تنهن انهيءَ فيصلي کي پنهنجي ڀاڳ جي چڱائي سمجهيو ۽ عهدي جي غرور ڪري هن غريب ڇوڪريءَ کي ٺڪرائي ڇڏڻ جهڙي ڪابه ڳالهه نه سوچي! هو غريب هو ۽ هاڻ امير اچي ٿيو هو، ته ميگدا، امير هئي ۽ حالتن جي ناموافقيت جي ڪري هاڻي غريب ٿي هئي، غربت ڪان سواءِ منجهس ٻي ڪنهن شيءِ جي ڪمي نه هئي، ڇا سونهن، ڇا اخلاق .... هن جو ڪردار بلند هو، خوش خلق هئي، پڙهيل ڪڙهيل ۽ هنرمند هئي، سمجهو ۽ باوقار هئي،

پوري، جڏي يا ڇُسي نہ هئي! شاديءَ لاءِ ديول وچڙ وقت واٽ ۾ ايوان جو چهرو ٻهڪي رهيو هو ۽ هُو پنهنجي خوشيءَ جي جذبن کي لڪائڻ ۾ قطعي ناڪام ثابت ٿيو هو، جڏهن تہ ميگدا جو چهرو هيڊو هو، سندس مُک تي عجيب تاثرات هئا ۽ ائين ٿي لڳو ڄڻ هوءَ بيهوش ٿيڻ واري هئي!

اڄ سندس شاديءَ کي ڏهہ سال ٿي چڪا هئا. هن وقت سندس عمر ٤٠-٤٥ ورهيہ هئي ۽ صحت قابل رشڪ هئس! سندس هڪ اعلاسي عهدي جي لحاظ کان ڪانئس تمام گهڻو ڳهٽ هئا ۽ وٽن دولت بہ ڪونہ هئي. اهڙا ماڻهو ايوان ڏانهن حسد جي نگاهن سان ڏسندا هئا جو هو تعليم بہ مڪمل نہ ڪري سگهيو هو، پر عهدي ۽ عزت جي لحاظ کان مٿاهون هو!! ايوان جا اهي تمام دوست پڻ شادي شده هئا ۽ ڪيترن ئي ٻارن جا ابا هئا. سندن زالون گهڻي اولاد ڄڻڻ ڪري ۽ آسائشون ميسر نہ هجڻ ڪري وقت کان اڳ ئي ڪراڙيون ٿي چڪيون هيون ۽ سندن طبيعت ۾ ضد ۽ چڙچڙاهٽ شامل ٿي چڪي هئي، جڏهن تہ ميگدا، اڃان پڻ ڏاڍي سهڻي هئي ۽ ڪيترن ئي جوانڙين کان حسن ۾ سرس هئي، سندس خوشخلقي، ۽ مرڪ اڃان برقرار هئي ۽ سندس ڪيل بدستور ايوان لاءِ راحت جان هئي! سندن سواريءَ لاءِ شاندار موٽر هئي، رهائش لاءِ عاليشان بنگلو هو، ايوان سال ۾ ڪيترا ئي ڀيرا دنيا جي سرسبز ۽ سهڻن

ملڪن جي سير لاءِ به اُسهندو هو، پر انهن سڀني نعمتن جي هجڻ جي باوجود هو اولاد جهڙي سعد نعمت کان محروم هئا! سندن اهي دوست جن کي قدرت تمام گهڻو اولاد ڏنو هو ۽ جيڪي هٿ جي تنگيءَ جو شڪار هئا سي اولاد نه هجڻ ڪري ايوان کي خوشقسمت سمجهندا هئا، جڏهن ته ايوان لاءِ اها ڳالهه ڏاڍي ڏک ۽ غم جو ڪارڻ ثابت ٿي رهي هئي! هو انسانن جي اهڙي گروه سان تعلق رکندو هو جيڪي اولاد کي مٿي جو سور نه پر اکين جو ٺار ۽ هنئين جو هار سمجهندا آهن ۽ ايترو ڪجهه هوندي به ايوان اها حقيقي خوشي نه محسوس ڪري سگهيو هو جيڪا ننڍڙي، پٽڪڙي، معصوم، ابهم کي ڏسڻ سان حاصل ٿيندي آهي! هن کي سندس عاليشان گهر ڪنهن يتيم ٻار جيان ڇورو ڇڙو لڳندو هو، ڪاٽڻ ايندو هو، جو ان ۾ ڪنهن به مهل، ڪنهن به گهڙيءَ ٻار جي روئڻ ۽ معصوم ٽهڪن جو آواز نه ٻڌڻ ۾ ايندو هو، هُن جا ڪن بابا لفظ ٻڌڻ لاءِ سڪندا هئا، سندس اکيون، ننڍڙي فرشتي کي گهر جي ڪنڊڪڙڇ ۾ گوڏليون ڏيندي ۽ گسڪندي ڏسڻ لاءِ تڙپنديون هيون پر ان ڏس ۾ هو مجبور هو، دنياوي ڪاروبار ۾ هن پنهنجي خداداد ذات سبب هرممڪن ترقي ڪئي هئي ۽ پنهنجي هر خواهش کي عملي جامو پهرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو هو، پر اولاد جو حصول سندس ذات ۽ لياقت جو محتاج نه هو، هو صرف دعا ڪري

سگهيو ٿي، ۽ اميد جي آسري جي سگهيو ٿي!!

ايوان جي نظرن ۾ ٻارن کان سواءِ سندس زندگيءَ جو باب اڌورو رهجي ويو هو، هن اهڙي زندگيءَ کي بيڪار ٿي ڄاتو جنهن ۾ اولاد جي خوشي حاصل نه هجي! هو اڪثر سوچيندو هو ته جي اولاد نه مليو ته سندس ايتري محنت ۽ جاکوڙ ۽ اهي بيحساب ڪاميابيون ڪهڙي ڪم جون ٿيون؟ سندس اعليٰ منصب جو ڪهڙو فائدو ٿيو؟ ڇا هو پنهنجي تمام جائداد، دولت ۽ عزت ائين بي آسري ڇڏي ويندو؟ ڇا انهيءَ تمام دولت جو ڪو وارث والي نه پيدا ٿيندو ۽ جي ائين ٿيڻو آهي ته هن آخر زندگيءَ ۾ ايڏي جدوجهد ڇو ڪئي، ٻن ٽاڻن جي ماني ته هر ڪنهن کي نصيب ٿي سگهي ٿي، هُن آخر اهو سڀڪجهه ڪنهن جي لاءِ ڪيو آهي؟ زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ ڪير هوندو جيڪو سندن خدمت چاڪري ڪندو، سندن دل هر ڪائڻ جو سامان پيدا ڪندو ۽ سندن اکين جو نور ثابت ٿيندو؟؟ اهي ۽ ٻيا ڪيترا سوال، هر وقت سندس ذهن کي ڏنگيندا رهندا هئا!!

اولاد جي پيڙا هجڻ جي باوجود هن ڪڏهن ميگدا متعلق برو نه سوچيو. ڪيس ڪڏهن به پنهنجي انهيءَ فيصلي تي افسوس نه ٿيو ته هن ميگدا سان لانو ڇو لڌا ۽ جي ٻيءَ ڪنهن سان پريت جو ناتو جوڙي ها ته ڪيس اڄ انهيءَ مايوسيءَ ۽ نااميديءَ جو منهن نه ڏسڻو پوي ها! ميگدا سان سندس پريم اڃان به ساڳيوئي

هو، ويتر انهيءَ ۾ ڪجهه واڌ آئي هئي جو هُن ڇڳيءَ پر
ڇاتو ٿي ته اولاد نه ٿيڻ ۾ ميگدا جو ڪو ڏوهه نه
آهي ۽ نه ئي هوءَ انهيءَ ڪم تي قادر آهي. هوءَ به
بي وس آهي ۽ سندس جيان انهيءَ غم ۾ ڳري رهي
آهي! ايوان سمجهيو ٿي ته جي سندس پيار ۾ ڪا
معمولي ڪمي به ٿي ته اها ڳالهه ميگدا لاءِ ناقابل
برداشت ثابت ٿيندي ۽ هوءَ پنهنجو پاڻ کي ڏوهاري
تصور ڪرڻ لڳندي، جڏهن ته خود ايوان ڪيس ڏوهاري
نٿي سمجهيو!!

ايوان خالص گهريلو ماحول ۾ تربيت وٺي هن دنيا
جي شاهراهه تي اچي چڙهيو هو ۽ سندس ذهن ۾
نمود و نمائش جي ڪا خواهش نه هوندي هئي، انهيءَ
خصوصيت جي ڪري هو اولاد نه هجڻ ڪري خوش
ٿيڻ بدران رنجيل هو، سندس دل ۾ گهر جو ۽ زندگيءَ
جو اهو ئي تصور موجود هو جيڪو سندس پيءُ ڏاڏي
جي ذهني ميراث هو، هن گهر آباد ڏسڻ ٿي گهريو ۽
گهريلو ماحول ۾ رهڻ جو خواهشمند هو، جيتوڻيڪ
سندس گهر آباد هو، سندس زال ڪيس گهريلو ماحول
جو مڪمل نقشو چٽي پيش ڪيو هو، پر ٻار نه هجڻ
ڪري هو پنهنجي گهر کي غيرآباد سمجهندو هو، جيئن
ته هو نوجواني جي سرڪشيءَ ڪري گهر مان ڪڍيو
ويو هو ۽ گهريلو ماحول کانئس کسيو ويو هو انهيءَ
ڪري سندس دل ۾ گهر جي آباديءَ جو جنون پيدا

ٿيو هو، ۽ پنهنجي انهيءَ خواهش کي عملي ويس پهرائڻ خاطر هن ميگدا جي سات جي تمنا ڪئي هئي ۽ شاديءَ کان پوءِ هردم بي صبريءَ سان پيو ميگدا جي پيٽ ڏانهن نهاريندو هو ته ڪڏهن ٿيون اتي سندس خواهش جون نشانيون ظاهر ٿين، هو رات جو جاڳي ميگدا جي چهري کي پيو تڪيندو هو ته ڪڏهن تي اتي ممتا جي نور ۽ تقدس جي روشني نمودار ٿئي، سندس اکيون بي صبريءَ سان اهو ڏسڻ لاءِ پيون واجهائينديون هيون ته ڪڏهن ٿي ميگدا ميٺ ۽ ڪناڙ ڪائڻ شروع ڪري، ڪڏهن ٿيون ڪيس التيون ٿين.... هو انهيءَ گهڙيءَ جو تصور ڪري ئي پيو نهال ٿيندو هو جڏهن ميگدا، شرمائيندي، لڄائيندي، کيس اها اڻ ملهه خوشخبري ٻڌائيندي ۽ هو رب جا ٿورا مڃيندو، پر سندس اها آس پوري نه ٿي سگهي!! ننڍڙي ٻار کي هنج تي کڻڻ، کيس پيار ڪرڻ، آڱيس کان واندو ٿي ٻار سان کيڏڻ، ميگدا جي چهري تي نور پرڻو ممتا جو تقدس ڏسڻ، کيس ٻارڙي کي ٿڃ پياريندي ڏسڻ جون تمام اميدون نراشا ۾ بدلجي ويون هيون، پر تنهن هوندي به هو پنهنجي انهيءَ غم کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو، جيئن ميگدا بيقرار نه ٿئي!

اولاد جو ڏک ميگدا کي پڻ هو، جيتوڻيڪ هوءَ ڏاڍي ڪوشش ڪري پنهنجو غم لڪائيندي هئي ۽ کلندي مرڪندي، ايوان جي آجيان ڪندي هئي ۽

سندس زندگيءَ مان ڏک ۽ غم دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي هئي پر تنهن هوندي به سندس سهڻي نڪ کان وٺي ياقوتي چپن تائين ڏک جي نشانيءَ طور هڪ ليڪ ظاهر ٿي پيئي هئي جيڪا سندس مشڪڻ تي وڌيڪ نمايان ٿي ويندي هئي! هن ويچاريءَ کي به احساس هو ته ايوان جي زندگيءَ ۾ ڪهڙي شئي جي ڪمي آهي؛ سندس وس هلي ها ته اک ڇنب ۾ پنهنجي پياري رفيق حيات جي هر خواهش پوري ڪري ڇڏي ها پر مجبور هئي!

ايوان گهر ۾ گوڙ ۽ ڇهتڇتو ڏسڻ لاءِ اڪثر پنهنجن دوستن يارن کي دعوت ڏيئي مانيءَ لاءِ گهرائيندو هو ۽ خاص تاڪيد ڪندو هو ته پنهنجا سمورا ٻارڙا به وٺيو اچن، اهڙيءَ ريت هو چند گهڙين لاءِ گهر جي ماحول کي بدلائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو هو. هن کي گهر جي خاموش ۽ بيٺل ماحول کان چڙ هئي، جتي هر شئي پنهنجي مقرر ڪيل جاءِ تي صاف ۽ چمڪندي پئي هوندي هئي، جتي گندگيءَ جو ذرو به نه هوندو هو، جتي ٿانون ٻجڻ جو آواز ڪڏهن نه گونجندو هو، ايتريقدر جو فرش تي وڇايل غاليچن ڪري ڪنهن جي هلڻ جو آواز به نه پيدا ٿيندو هو ۽ خود هو پاڻ هر وقت چپ چپ، خاموش خاموش رهندا هئا، پنهنجن پنهنجن ويچارن ۾ ورتل رهندا هئا!!

سندس دوست جيڪي دعوت ڪائڻ ايندا هئا، سي سندن عاليشان محل جهڙي بنگلي، ۽ انهيءَ ۾ رکيل پروقار فرنيچر، پٿين تي ٽنگيل مصوريءَ جي نادر نمونن ۽ گهر جي ان سڻا ۽ سينگار جي تعريف ڪندي نه ٿڪبا هئا! سندس بنگلو هڪ عجائب خانو هو، جنهن کي ڏسي سندس مهمان ٽڏا ساهه کڻندا هئا ۽ کين خوش قسمت سڏيندا هئا. پر اهو تمام ساز ۽ سامان، جيڪو ٻين جي دلچسپيءَ جو سبب بڻبو هو، ايوان ۽ ميگدا لاءِ ڪنهن خوشيءَ جو ڪارڻ، نه هو! جڏهن ايوان گهر سينگارڻ لاءِ هر نادر تصوير، مجسمو، ۽ فرنيچر يا غاليچا خريد ڪيا هئا، تڏهن هن جي دل جوان هئي، سندس جذبا ۽ امنگون پرجوش هيون، کيس پڪ هئي ته سندس جاءِ نشين، سندس انهيءَ محنت جو وارث ضرور پيدا ٿيندو، ۽ تڏهن کيس شوق ٿيندو هو ته، نيون نيون شيون خريد ڪري ۽ انهن کي سينگاري رکي، ميگدا پڻ پنهنجي مڙس جو سات ڏيندي هئي، پر هاڻي انهن شين جي لڳاتار موجودگيءَ سندن اهميت ختم ڪري ڇڏي هئي ۽ جيئن ته هنن جي زندگي بي ڪيف گذري رهي هئي، کين انهن بي جان حسن جي شاهڪارن ڏانهن نهارڻ جي به همت نه ٿيندي هئي، هو ته هاڻ ڪو جيئرو جاڳندو، قدرت جو شاهڪار پنهنجي گهر ۾ ڏسڻ جا خواهشمند هئا ۽ انهيءَ خواهش جو اظهار اڪثر ايوان دوستن جا تعريفي جملا ٻڌي ڪندو هو، هو چوندو هو،

”توهان جي مهرباني ۽ ٿورا جو اوهان اسان جي ذوق جي تعريف ڪريو ٿا، پر اوهان ڪڏهن غور ڪيو آهي ته هن عظيم گهر ۾ رهڻ وارا اسان صرف ٻه ڄڻا آهيون، اسان جو گهر خاموش آهي، هتي جي در، ديوار ۽ ڇتين تي ماٺ جي حڪمراني آهي، جڏهن ته اسين هن گهر ۾ گوڙ ٻڌڻ ٿا چاهيون... ٻارن جو گوڙ!! ايترو چئي ايوان چور نگاهن سان ميگدا ڏانهن نهاريو، جنهن پنهنجي غزالي اکين ۾ پرجي ايندڙ ڳوڙهن کي لڪائڻ واسطي پنهنجو منهن ٻئي طرف ڦيرائي ڇڏيو.

ايوان جي هڪ دوست جا ٽي ٻارڙا هئا! سندن ننڍو پٽ نهايت شرير ۽ سهڻو هو! ايوان ۽ ميگدا جڏهن انهن جي گهر ويندا هئا ته ميزبان ۽ سندس زال هر ممڪن طريقي سان سندن آڌر ڀاءُ ڪندا هئا، پر ايوان جي دلچسپيءَ جو مرڪز سندن ننڍڙو پٽ هوندو هو! هو هڪ ئي ميز جي چوڌاري ويٺا ڳالهيون ڪندا هئا جڏهن ته ايوان ننڍڙي شرارتيءَ کي پنهنجي هنج ۾ ويهاريو ويٺو هوندو هو. ننڍڙو، پنهنجن ننڍڙن هٿن سان سندس وار پٽيندو هو، اکين ۽ نڪ ۾ گهوڙا هڻندو هو، سندس هٿ چوسڻ جي ڪوشش ڪندو هو، ۽ هو بيزار يا ڪڪ ٿيڻ بنا ان جي هر شرارت تي ويٺو خوش ٿيندو ۽ کلندو هو. ٻارڙو ذري ذري سندس هنج مان ڪسڪي ميز هيٺ ويندو هو، پر ايوان وري ڇڪي ڪڍي کيس هنج ۾ ويهاريندو هو! هو ڏانهن ميگدا ڏاڍي

ڏيانءِ سان پنهنجن ميزبانن سان گفتگو ۾ مصروف رهندي
هئي، پر چور نگاهن سان، ڏاڍي حسرت وچان ايوان
ڏانهن پڻ نهاريندي هئي جيڪو عجيب بي اختياريءَ
وچان ٻار سان پيو راند ڪندو هو. هوءَ سوچيندي هئي
ڪاش ونءُ به اهڙو ڪو رانديڪو هجي ها! مڙس
جڏهن اولاد سان ائين راند ڪندو هجي ته زال کي
ڪيتري نه خوشي نصيب ٿيندي آهي، ميگدا به ته
عورت هئي، زال هئي! هوءَ اهو ڏسي اداس ٿي ويندي
هئي ته هو قدرت جي ڪيڏي نه عظيم نعمت کان محروم
آهن! ڪڏهن ڪڏهن جي اوچتو ايوان جي نظر ميگدا
جي اُداس مُک تي پوندي هئي ته هو هڪدم ٻارڙي
کي ڇڏي ڏيندو هو! ڪنهن دوست جي ٻار سان اهڙي
هلت هلڻ جو مطلب زال کي ملامت ڪرڻ برابر هو،
رومال ۾ ويڙهيل طعني مثل هو، جڏهن ايوان جي دل
۾ اهڙي ڪا ڳالهه نه هئي! هُن جي محبت طعنن ۽
ٽڪن کان بالا هئي ۽ هن ڪيس ڏوهاري به ته ڪونه
ٿي ڄاتو، پوءِ آخر طعنا ڇو هئي؟ ڪنهن ٿي ڄاتو ته
سندن انهيءَ بدنصيبيءَ جو ذميوار ڪير هو؟ ايوان يا
ميگدا؟ مڙس يا زال؟؟ اهو هڪ اهڙو سوال هو جيڪو
ڪير سلي نه سگهيو هو. سندن انهيءَ پريشانيءَ جو
علاج ڪنهن وٽ به نه هو! ايوان اڪثر انهيءَ ڳالهه
جي بنياد ڳولڻ لاءِ پنهنجي ماضيءَ ۾ گم ٿي ويندو هو،
پر اهو ڪيس پاڪ صاف ۽ بي داغ نظر ايندو هو! اهڙو

کو سبب نظر نہ ايندو هو جنهن مطابق هو خود کي
ڏوهاري سمجهي جڏهن تہ ميگدا جي ماضيءَ متعلق
هن کي ڪا ڄاڻ نہ هئي، نہ ئي شاديءَ کان اڳ هن
ميگدا متعلق ڪا پڇا ڳاڇا ڪئي هئي! بيو تہ ٺهيو
هن شاديءَ کان اڳ ڪيس ڏٺو بہ مورڳو ڪو تي چار
پيرا هو. هڪ دفعي موڪل واري ڏينهن هن ڊريسڊن
(چيڪوسلواڪيا جو شهر) جي هڪ هوٽل ٻاهران،
هڪ نهايت سهڻي ڇوڪريءَ کي چيڪ زبان ۾ گفتگو
ڪندي ڏٺو ۽ مٿس چريو ٿي پيو! دل هٿان مجبور ٿي
هن پنهنجي واقفيت ڪرائي ۽ ٻن ڏينهن تائين سائن
ٻاچي وانگر گڏ رهيو. انهيءَ کان پوءِ هو ڊريسڊن
تان روانا ٿي ويا ۽ ايوان بہ آتي نہ ترسيو جو ڪيس
شهر جو ماحول پسند نہ هو، پر وڃڻ کان اڳ هن
ڪوشش ڪري اها خبر وٺي ورتي تہ اها حسين ڇوڪري
ميگدا هئي جنهن جو پيءُ بوهيميا جو مشهور واپاري
۽ ڪارخانيدار هو! ڪجهہ ڏينهن بعد هن ڄاڻي ٻجهي
بوهيميا ۾ سندن رهائشگاهہ تي وڃڻ جو فيصلو ڪيو،
جيتوڻيڪ ڄاڻائين ٿي تہ اخلاقي نڪتہ نگاهہ کان اها
ڳالهہ غلط هئي، پر هن هڪ ڀيرو وري ميگدا کي ڏسڻ
چاهيو ٿي. اتي سندس آدرڀاءُ سهڻي نموني ڪيو ويو
۽ ڪيس چڱي عزت ڏني وئي! خود ميگدا بہ سائس
اخلاق سان پيش آئي، پر ايوان محسوس ڪيو تہ ميگدا
جي سهڻين اکين ۾ اهو سوال تڙپي رهيو هو تہ ”ڇا

ڊريسڊن جي اتفاقي **ملاقات** توکي منهنجي گهر ڌانهن
اچڻ جو اختيار ڏئي ٿي؟" پر هو مجبور هو!

وري هفتو کن رکي هو سندن گهر ويو ۽ هن دفعي
ميگڊا جي سڱ جي گهر ڪيائين! ميگڊا جي پيءُ کيس
نرميءَ سان ورندي ڏني ۽ چيائينس ته اهو ڇوڪريءَ
جو ذاتي معاملو آهي، هو جيڪو فيصلو ڪري کيس
اختيار آهي! جڏهن ته ميگڊا نهايت نرمي ۽ خوش مزاجيءَ
سان سندس درخواست رد ڪري ڇڏي! ايوان نااميد
ٿي ويو ۽ اهو سوچي وڌيڪ ڪوشش نه ڪيائين ته
ڇوڪريءَ جي دل ۾ سندس ڪا اهميت نه آهي. پر
پوءِ ڇهن مهينن کان پوءِ هڪ ڏينهن اوچتو اخبار مان
پتو پيس ته ميگڊا جو پيءُ ڪنگال ٿي ويو آهي!! اها
خبر پڙهي ايوان جي دل ۾ اميد جو ڏيئو ٻري اٿيو
۽ هو هڪ ڀيرو وري پنهنجي قسمت آزمائڻ لاءِ بوهيميا
اچي وارد ٿيو! هو کيس ڏسي عجب ۾ پئجي ويا ۽
ڏاڍا غمگين ٿيا، ڇڻ پنهنجو پاڻ کان شڪي ٿي رهيا
هئا! هن پنهنجي درخواست پيش ڪئي ۽ زباني يقين
ڏياريائين ته ميگڊا کي وٽس ڪابه تڪليف نه ٿيندي!
ميگڊا خاموشيءَ سان سندس درخواست ٻڌي. هو مايوس
نظر اچي رهي هئي ۽ هن ڀيري ڪجهه نه ڪڇي، پر
سندس پاران پٽس ايوان کي ورندي ڏني ته "توکي
ڪجهه وقت اڃان انتظار ڪرڻو پوندو پٽ.... ٿي سگهي
ٿو ته ڇهه مهنا کن.... تون نٿو چاهين ته حالتن جي

ٻالجي وجھ ڪري اسان کي ڪيڏين تہ محبتن کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي! ۽ اسان کي هر قدم ڳوڙهي ويچار ۽ گھڻي سوچ کان پوءِ کڻڻو آهي .... جڏهن تہ تو هن ڏکئي وقت ۾ اسان وٽ اچي پنهنجي خلوص، سچي نيت ۽ شرافت جو مظاهرو ڪيو آهي، اميد رک تہ توکي مايوسي نہ ٿيندي!!"

انهيءَ واقعي جي ڇهہ مهينن کان پوءِ ايوان وري کين خط ذريعي پنهنجي اپيل جي ترت نيڪاليءَ جي درخواست ڪئي، ۽ پنهنجن جذبات کان کين آگاهہ ڪيو. هن ڀيري کيس وڌيڪ انتظار لاءِ نہ چيو ويو ۽ ميگڊا جو حسن، سونهن، اخلاق، ۽ سڀڪجھہ ايوان جو ٿي ويو .... شاديءَ لاءِ خود ميگڊا پنهنجي رضامنديءَ جو اظهار ڪيو هو!!!

ماضيءَ جون اهي خوشگوار يادون سندس سيني تي نقش ٿيل هيون ۽ صرف انهن جي روشنيءَ ۾ ايوان ڪڏهن ڪي نتيجا ويهي ڪڍندو هو تہ ميگڊا پهرئين ڀيري جو سندس درخواست رد ڪئي هئي تنهن جو ڪارڻ ڪهڙو هو؟ ڇا هُن اڳواٽ ڄاتو ٿي تہ هوءَ پنهنجي گھرواري کي روحاني خوشي ۽ سڪون نہ بخشي سگھندي؟ ڇا کيس اها ڄاڻ هئي تہ هوءَ اولاد پيدا ڪرڻ جي قابل نہ آهي؟ ڇا هن انڪار ڪري کيس اهو چتاءُ تہ نہ ڏنو هو تہ تون جنهن خوشيءَ لاءِ شاديءَ جو خواهشمند آهين سا پوري ٿي نہ سگھندي!

۽ جي واقعي اهو ائين ٿي هو ته پوءِ ته ڏوهاري ميگدا
نه پر هو پاڻ هو!! بس ائين ڀانيو ته اڪيلائي ۾
سوچي سوچي ايوان چريو ٿي پوندو هو! پر پوءِ جڏهن
رات جو پنهنجي ڪم کان واندو ٿي هو پنهنجي سمهڻ
واري ڪمري ۾ داخل ٿيندو هو ته درد جي هڪ نئين
لهر سندس سيني ۾ اٿل پٿل برپا ڪري ڇڏيندي هئي،
سندس دل پرزا پرزا ٿي پوندي هئي ۽ هو ڪمري ۾
داخل ٿيڻ کان ڪيٻائيندو هو جو اندر ميگدا جا سڏڪا
پيا گونجندا هئا! هن جا سڏڪا اهڙا ته دردناڪ هوندا
هئا جو ايوان پنهنجن لڙڪن تي ڪنٽرول نه ڪري
سگهندو هو!! ۽ هو انهيءَ حالت ۾ ڪيترا ڪلاڪ
دروازي وٽ غاليچي تي ويهي رهندو هو ۽ ڳوڙها ڳاڙيندو
هو، ۽ جڏهن سندس دل جو بار هلڪو ٿيندو هو،
جڏهن ميگدا جي سڏڪن جو پڙلاءُ سندس ڪنن تي نه
پوندو هو، جڏهن اذيت جون گهڙيون لنگهي وينديون
هيون تڏهن هو چورن وانگر، پير پير ۾ وجهي وڃي
پنهنجي بستري ۾ گهڙندو هو، ۽ تيسين کيس ننڊ نه
ايندي هئي جيسين ميگدا کي ڇڱيءَ ريت ساهه کڻندي
نه ٻڌندو هو! پوءِ وري جڏهن صبح جو ميگدا جي گلابي،
سنهڙن چپن تي پنهنجي پيار ۽ پاٻوهه جي مهر لڳائي
کيس نئين سج، نئين صبح جون واڌايون ڏيندو هو ته
پنهنجي وجود ۾ سمايل تمام پيار ۽ حب، پنهنجي
انهيءَ طرز عمل ۾ شامل ڪري ڇڏيندو هو، پر ميگدا

جڏهن ڪيس پنهنجي پريت جو يقين ڏيارائي ۽ سندس پاپوهه جي ميڄنا طور ڏاڍي آڪير مان پاڪر پائي سندس سيني سان چهٽي پوندي هئي ته سندس انداز ۾ اهو جوش، جذبو ۽ گرمي نه هوندي هئي جيڪا شاديءَ کان ڪافي عرصو پوءِ تائين سندس اظهار ۾ شامل هوندي هئي! سبب انهيءَ سستيءَ جو اهو ٿي پاسيو جو هوءَ ايوان جي اداسيءَ جو سبب پاڻ کي ڄاڻندي هئي ۽ ايوان جي پيار کي پنهنجي ڇڙ ڪانئس معافي گهرندي هئي ته هوءَ اهڙي پيار ڪندڙ پتار کي ڪا خوشي ڏيئي نه سگهي آهي ۽ اهو ڏسي، محسوس ڪري، ايوان پنهنجي غلطي تسليم ڪندو هو ۽ ڪفارو ادا ڪرڻ خاطر هر هر پيو کيس چميون ڏيندو هو ۽ پنهنجي محبت جو مرڪز کيس تصور ڪرڻ لڳندو هو! محبت جي انهيءَ بي‌لوث اظهار تي، ميگدا جي چهري تان ڪجهه دير لاءِ غم ۽ فڪر جا ڪڪر هٽي ويندا هئا ۽ هوءَ سڄي گهر ۾ ڇڻ نچڻ لڳندي هئي!!

زندگيءَ انهيءَ اميد ۽ آس، پيار ۽ پاپوهه ۽ هڪٻئي لاءِ احساس هجڻ ۽ هڪٻئي تي اعتماد جي آڌار تي مزيئي گذري رهي هئي ۽ ڪنهن کي ڄاڻ نه هئي ته ايندڙ ڏينهن ۾ ڇا ٿيڻ وارو هو!

گرميءَ جي منڌ ۾، هڪ گرم ڏينهن ٽپهريءَ مهل ايوان، پنهنجي معمول کان ڪجهه اڳ گهر موٽي آيو. گهنٽي وڄائڻ بنا هو در کولي اندر داخل ٿيو ۽ مطالعي

واري ڪمري مان ٿيندو ميگدا جي روم ڏانهن وڃڻ لڳو. جيئن ته فرش تي نرم ۽ ٿلهو غاليچو وڇايل هو، سو سندس هلڻ جي ڪري ڪو معمولي ڪڙڪو به نه ٿي رهيو هو ۽ هو بلڪل اوچتو خط پڙهندڙ ميگدا جي سامهون وڃي پهتو.... ميگدا خط لڪائڻ لاءِ ترت اپاءُ ڪيا ۽ جنهن هٿ ۾ خط هوس تنهن کي نوڙائي ميز جي پاسي تي لڙڪائي ڇڏيائين جيئن ايوان خط ڏسي نه سگهي ۽ ٻئي هٿ سان پنهنجن بيقرار ريشمي وارن کي دلاسو ڏيڻ لڳي. ايوان غور سان نه ڏٺو نه ته هو ميگدا جي هٿن جو ڪنبڻ ضرور ڏسي وٺي ها!

”اڄ ڪو خط آيو آهي ڇا پياري؟“ هن ميز تي پيل لفافي ڏانهن اشارو ڪندي پڇيو ۽ جواب جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ هيٺ جهڪي ميگدا جي رس ڀريل چپن مان سرور حاصل ڪرڻ لڳو! جنهن وقت ٻنهي جا چپ مليا، تنهن وقت ميگدا جو چهرو ٻنهه سفيد ٿي ويو هو؛ ڇڻ منجهس رت جو ڪو ڦڙو به نه رهيو هو، پر ايوان کي پنهنجي سوال جي جواب جي ڪا ضرورت نه هئي، هو ته چميءَ جي لذت ۾ الائي ڪٿان وڃي نڪتو هو!! پر پوءِ جڏهن سُرور جو دور گذري ويو ته هن وري پڇيو ”منڙي، خط ڪٿان آيو آهي؟“ ۽ جهٽ غيرارادي طور خط گهرڻ لاءِ پنهنجو هٿ وڌايائين! ان وقت ميگدا جي حالت ڏسڻ وٽان هئي! هن جي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڇڄي وڃي يا دريءَ

مان ٽپو ڏيئي پنهنجي جان آزاد ڪرائي، ڪيس خط
لکائڻ واري حرڪت جي نازيبا هجڻ جو احساس
هاڻي ٿي رهيو هو ۽ هوءَ شرم کان ڳاڙهي ٿي ويئي ته
ڇو اجايو پنهنجي مڙس کي شڪ ۾ وڌائين!

ايوان خط کڻي ورتو ۽ کلندي چيائين، ”هي ته
ڪو هفتيوار تبصرو آهي!!“ ۽ وري خط جو ڪجهه
حصو لفافي مان ٻاهر ڪڍندي پڇيائين، ”ڇا تون پڙهي
چڪي آهين؟“ خط سندس سس جو لکيل هو، ايوان
سندس صحيح سڃاتي.

”مون اڃا خط چڱيءَ ريت نه پڙهيو آهي!“ ميگدا
ورائيو. سندس آواز نهايت هلڪو ۽ ڪنبندڙ هو، هن
وڏي آواز ۾ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر
آواز سندس ساٿ نه ڏنو ۽ ايوان لفافي مان پورو خط
ڪڍي ورتو، اهي ٻه خط هئا! خط جي ديگهه جو اندازو
لڳائيندي هن شفقت مان ڪيس چيو، ”ٻانهيان ڏو ته تون
جيڪي خط لکندي آهين سي هن کان ٻه سرس هوندا.“

ميگدا ٻنل هرڻيءَ وانگيان پنبڻيون ڇنڀائڻ ٻنا،
هڪ ٽڪ ڏانهس نهاري رهي هئي، سندس چهرو بيدمو
ٿي ويو هو ۽ هوءَ اکين وسيلي ڪيس رحم جي اپيل
ڪري رهي هئي ۽ ڄڻ ڪيس خط کولڻ کان روڪي
رهي هئي پر ايوان سندس نظرن مان ڪجهه نه سمجهيو،
هن کي ائين ئي خيال اچي ويو ته سندس ڪيترائي
خط ميگدا جي ميز تي رکيا هوندا آهن پر هن ڪڏهن

۾ نه ته انهن ڪي ڌمڪ لاتو ۽ نه ئي وري ڪانئس انهن
متعلق ڪو سوال جواب ڪندي هئي ۽ اڄ تائين ايوان
به انهيءَ خاموش معاهدي تي عمل ڪندو رهيو هو،
پر اڄ نه ڄاڻ ڪيئن هن ميگدا جو خط کولي وڌو هو!
جيتوڻيڪ هو خط مڪمل طور تي پڙهي نه سگهيو هو،
پر ڪيس اهو احساس ستائي رهيو هو ته هن اڄ اهو
خاموش معاهدو ٽوڙي وڌو هو، سو جلديءَ ۾ خط لفافي
۾ بند ڪري صلح ڪرڻ واري انداز ۾، گهٻرائجي ۽
نوڙت سان چيو "مهرباني معاف ڪجانءِ، اهو منهنجي
لاءِ مناسب نه هو."

ميگدا جنهن مس وچي سڪ جو ساهه کنيو هو،
تنهن زوريءَ پنهنجن چپن تي مرڪ آندي ۽ آهستگيءَ
سان چيائين "توکي معلوم ته آهي ته منهنجي لاءِ خط
رڳو منهنجن مائٽن وٽان ايندو آهي، پوءِ اڄ ايترو
استفسار ڇو پيو ڪيئي؟" ايترو چئي هڪدم ڳالهه جو
رخ ڦيرائي ورتائين "اڄ تون جلدي اچي ويو آهين؟
ڇا ڪا خاص ڳالهه آهي؟"

"خاص ڳالهه ڀلا ڪهڙي ٿيندي جان؟ بس ويٺي ويٺي
خيال اچي ويم ته اڄڪلهه شام ڏاڍي وڻندڙ ٿي ٿئي
سو ڪنهن پاسي مٽيئي تفريح لاءِ هلجي! جي تون
جهٽ ۾ تيار ٿي وڃين ته اڄ صوفيه پيٽ طرف نڪري
هلون!!" ايترو چئي ايوان تازه دم ٿيڻ ۽ لباس مٽائڻ
لاءِ پنهنجي ڪمري ڏانهن روانو ٿيو. سندس وڃڻ بعد

ميگدا خط هڪ آنبوسي صندوقڙيءَ ۾ بند ڪيو ۽ پاڻ، تيار ٿيڻ لڳي!

گهر مان ٻاهر نڪرندي، ميگدا، اِيوان جي ٻانهن جو سهارو وٺي هلڻ لڳي ۽ ايوان محبت ڀرين نگاهن سان ڏانهس ڏسڻ لڳو!

ڪجھ ڏينهن بعد، ايوان انهي واقعي کي وساري ڇڏيو! ساليانې موڪلن ٿيڻ ڪري ايوان هن ڀيري ٻه ٻه ملڪ ڪان ٻاهر وڃڻ پئي چاهيو ۽ سندس مرضي هئي ته ميگدا به گڏ هلي، جڏهن ته هن پنهنجي اصول موجب پنهنجن مائٽن وٽ وڃڻ پئي چاهيو، جيڪي ڪراڙا ٿي چڪا هئا ۽ ميگدا ڪجھ وقت لاءِ وٽن رهڻ ۽ سندن خدمت ڪرڻ جي خواهشمند هئي. ايوان کيس نه روڪيو ۽ هوءَ هلي وئي. سندس غير موجودگيءَ ۾ هو گهڻو وقت گهر ۾ گذاريندو هو ۽ آهستي آهستي پنهنجي وڃڻ جي تياري ڪري رهيو هو! اڄ هو هوٽل تان ماني کائي موٽيو ته پنهنجي دستي ٿيلهي ۾ سامان رکڻ لڳو، ميگدا ٻئي ڏينهن واپس اچڻي هئي! ايوان گهر ۾ گهمي ڦري جائزو وٺي رهيو هو ته ڪٿي ڪا ضرورت واري شئي وساري ته نه رهيو آهي! انهن ڪندي هو ميگدا جي ڪمري ڏانهن ويو جتي هر شئي کي نفاست ۽ ڏاهپ ذوق سان رکيل ڏسي سندس چپن تي مرڪ اچي وئي! اوچتو سندس نظر ميگدا جي آنبوسي ڪٻٽ تي پئي جنهن کي ڪلف لڳل نه هو! هن سوچيو"

هن جون سڀ قيمتي ۽ اڻ ملهيون شيون ائين بيپرواهي
سان کليون پيون آهن، ڪمرو به بند نه آهي، خبر نه
آهي ته ڇا ڳالهه آهي؟ اهو ويچار ڪري، پر ڪنهن
خاص مقصد بنا، ڪٻٽ جي ڏاڏوءَ وارن ٻنهي ڪندن
کي جهلي خانن کي ٻاهر ڇڪيو! ڪٻٽ جي مختلف
خانن ۾ ڪتاب، زيور، لباس، تصويرون، ۽ ٻيون پڻ
ڪيتريون ئي شيون پيل هيون، هڪ خاني جي ڪنڊ
۾ ننڍڙو آنبوسي ڪٻٽ به رکيل هو جيڪو هن،
ميگڊا جي فرمائش تي ڪيس تحفي طور وٺي ڏنو هو.
ڪٻٽ کي تالو لڳل هو پر چابي پڻ پيئي هئي! ايوان
حيران ٿيو ته هن پياري ميگڊا ايتري لاپرواهيءَ کان
ڪيئن ڪم ورتو آهي؟ سندس ذهن ۾ خيال آيو ته
جونه آنبوسي ڪٻٽ ۾ پيل سامان ڏسي وٺي، ضرور
انهيءَ ۾ ڪي خاص شيون پيل هونديون، تڏهن ته
ايڏي حفاظت سان رکيو ويندو هو! هن ڏسڻ چاهيو
ٿي ته سندس پياري ميگڊا وٽ اهڙيون ڪهڙيون شيون
آهن جيڪي هوءَ ڪانئس به لڪائي ٿي، اهو سوچي
هن ڪٻٽ کولي ورتو جنهن ۾ مختلف رسيدون ۽
ڪاغذ جا پرزا پيا هئا، ۽ انهن مٿان اهو خط رکيل
هو جيڪو به ٿي ڏينهن اڳ هن جي هٿن ۾ هو، پر
پڙهڻ بنا ئي واپس ڪري ڇڏيو هئائين! خط لفافي ۾
ڇڱيءَ ريت بند نه ڪيل هو ۽ لڳو ٿي ڇڻ ميگڊا
خط کي وري وري پڙهيو هو ۽ رکڻ وقت ڇڱي نموني

بند نہ ڪري سگھي ھئي. ايوان خط لفافي مان ڪڍيو
جنھن ۾ ھڪ ٻيو خط بہ ويڙھيل ھو ۽ انھيءَ جا ڪي
اکر ڏسڻ ۾ اچي رھيا ھئا! انھن اکرن ڪي ڏسي اھو
اندازو لڳائڻ مشڪل نہ ھو تہ اھي ڪنھن غير پختي
۽ نئين لکندڙ جا ھٿ ھئا! جيتوڻيڪ ھن، ننڍڙي ڪيٽ
۾ پيل سامان کي ھڪ نظر ڏسڻ تي چاھيو، پر ھن
خط ۾ ڪيس ڪو اسرار لڪل نظر آيو ۽ ھــن خط
پڙھڻ لاءِ کولي ورتو. اھي چار صفحا ھئا جيڪي وڏن
وڏن، ڏنگن ڦڏن لفظن سان ڪارا ٿيل ھئا، يقيناً اھي
ھٿ اکر ڪنھن سيڪڙات ۽ خاص ڪري ڪنھن ٻار
جا ٿي پاسيا جو اکرن جي ٻيھڪ، گولائي ۽ ٿلھائي
ڪنھن بہ ھنڌ ھڪ جھڙي نہ ھئي! پر پيلا ميگدا ڪي
کھڙو ٻار خط لکي سگھي ٿو، سندس مائٽــن وٽ تہ
ڪو بہ ننڍو ٻار نہ ھو جيڪو ڪيس خط لکي، پوءِ آخر؟
۽ اھو سواليہ نشان اھڙو ھو جنھن خط پڙھڻ لاءِ ايوان
کي مجبور ڪيو. لکيل ھو،

منھنجي مٺڙي امڙ!

تون مون کان پري آھين ۽ آءُون توکي ڏسي بہ
نٿي سگھان، توسان ملي بہ نٿي سگھان، پر خط لکڻ
جي اجازت ڏيئي تون مون تي وڏي مھرباني ڪئي آھي،
پياري امڙ، آءُون ھر وقت ويٺي تنھنجي ڀلائي ۽ بھتري
لاءِ دعائون پنندي آھيان جو پادرڻ اسان کي اسڪول
۾ ٻڌائيندي آھي تہ ماءُ ۽ پيءُ جي لاءِ اولاد کي دعا

ڪرڻ گهرجي! آئون اياڻي آهيان جو منهنجو مهربان
پيءُ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو آهي، پر تون ته
آهين، جنهن سان مون کي ڏاڍو پيار آهي ۽ آئون
تنهنجي لاءِ دعائون ڪندي رهندي آهيان، پڻ خدا کي
ٻاڏائيندي آهيان ته ڪنهن ريت مون کي تو وٽ پهچائي
ڇڏي، جيئن آئون به ٻين نينگرين وانگر پنهنجي ماءُ
جون چميون حاصل ڪري سگهان پر امڙ، اهو ڀلا ڇو
ائين آهي جو آئون توکان ڌار ڪئي وئي آهيان ۽
توسان نٿي رهي سگهان جڏهن ته هت منهنجيون جيڪي
ساهيڙيون آهن سي سڀ پنهنجين مائرن وٽ ٿيون رهن!
اڄ جي بابا هجي ها ته آئون ضرور ساڻس گڏ رهان ها،
پر جيئن ته هو موجود نه آهي ته تون مون کي ساڻ
ڇو نٿي رهائين؟ ناني ٻڌائيندي آهي ته ائين ٿيڻ ممڪن
نه آهي جو اهو شخص ناراض ٿيندو جنهن وٽ تون
رهين ٿي! ڀانيان ٿي ته امڙ تون منهنجي پڙهائي ۽
ڇڱيڀلائيءَ لاءِ ڪنهن ماڻهو وٽ نوڪري ٿي ڪرين،
پر جيجل تون ان شريف ماڻهوءَ کي سمجهاءِ ته آئون
اجري يا شرارتي نه آهيان، ڪو نقصان ڪرڻ بنا، هڪ
ڪنڊ ۾ ويٺي هوندس ۽ ڪيس ڪا تڪليف نه
رسائيندس، ايتري قدر جو انهيءَ ڪنڊ مان ٻاهر به نه
نڪرندس، ۽ جي هو نٿو مڃي ته به امڙ مون کي
هاڻ هتي سڪ نٿو اچي، تون مون کي پاڻ وٽ گهرائي
وٺ ۽ ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ لڪائي ڇڏج، آئون اون

ٻه نه ڪندس ۽ انهيءَ شريف ماڻهوءَ کي منهنجي اتي
هجڻ جي خبر ئي ڪانه پوندي، پوءِ جڏهن تون ڏينهن
جي ڪم ڪار کان واندي ٿي رات جو آرام خاطر
پنهنجي ننڍڙي انڌيري ڪوٺڙيءَ ۾ داخل ٿيندين ته
آءٌون به اتي اچي ويندس ۽ سڄي رات پيئي تنهنجو
پيار ڀريو چهرو چمندس، ۽ توسان ياڪر پائي سمهي
پوندس! امڙ، آءٌون تنهنجي لاءِ ۽ انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ
دعائون به پيئي ڪندس، پادرڻ چوندي آهي ته الله ٻارن
جي دعا ضرور اگهائيندو آهي ۽ پڪ ڄاڻ ته آءٌون اتي
به اسڪول ترڪ نه ڪندس ۽ پڙهائي جاري رکندس
توکي اهو ٻڌي خوشي ٿيندي ته آءٌون پنهنجا سبق
هميشه پڪا ڪندي آهيان ۽ جلدئي ٻئي درجي ۾
ترقي ملڻ واري آهي: منهنجي پياري امان، مون وٽ
تنهنجي تصوير به نه آهي جڏهن ته ٻين ڇوڪرين وٽ
سندن ماءُ، پيءُ، ڀائرن ڀينرن سڀني جا فوٽو آهن ۽ ڪين
جڏهن گهر جي ياد ستائيندي آهي ته هو انهن تصويرن
کي ڏسيو خوش ٿيو وڃن، ۽ آءٌون اداس ٿي رهندي
آهيان. مون ناني امان کان به اهڙي گهر ڪئي
هئي پر هن به مون کي ٺپ جواب ڏيئي ڇڏيو ۽ چيائين
ته وٽن به تصوير نه آهي! امڙ ڇا تو وٽ ايترا پئسا به
نه آهن جو هڪڙي تصوير ڪڍائي مون ڏي موڪلين
جي ائين آهي ته منهنجي جيب خرچي روڪي ٻه، تصوير
ڪڍائي مون کي موڪلي ڏي! ناني امان مون کي

هدايت ڪئي ته آئون نيڪ ٿي رهان، نه ته مون کي
توسان ملڻ نه ڏنو ويندو، امڙ، ڀلا مون ڪهڙو ڏوهه
ڪيو آهي جو آئون هونئن ٿي سڄي ساري سال ۾ رڳو
هڪ ڀيرو چند ڏينهن لاءِ توسان ملان ٿي ۽ هاڻي اهو
به بند ٿي ويندو! ڇا تون نٿي چاهين ته آئون توکان
سواءِ هت ڪيڏي نه اداڪي ٿي رهان ۽ سال جا اهي
ڏينهن منهنجي لاءِ ڪهڙي نه خوشي جو باعث هوندا
آهن جڏهن آئون توکي ڏسندي آهيان! منهنجي امان،
آئون هڪ هڪ ڏينهن آڱرين تي ڳڻندي آهيان ته
ڪڏهن ٿو سال پورو ٿئي!! هن ڀيري ناني امان مون کي
خط لکڻ جي موڪل ڏني ۽ انهي ڪري آئون اهو
سڀ لکي رهي آهيان، هاڻي ناني پاڻ اهو خط روانو
ڪندي ڇو ته ننڍيون نينگريون خط پاڻ موڪلي
نٿيون چاهن!

پياري امان- هڪ دفعو وري، اڄ، آئون توکي
ڏاڍو ياد ٿي ڪريان، ۽ هن ڀيري منهنجي جنم ڏينهن
تي جي تون نه آئين ته آئون رسي ويندس. توکي
ياد آهي نه منهنجو جنم ڏينهن سينٽ پيٽر ۽ سينٽ
پال جي عرس جي موقعي تي آهي! ۽ هن ڀيري آئون
يارهن سالن جي ٿي ويندس....

تنهنجي تابعدار ڌيءَ-
ننڍڙي ميگدا

خط جي ڇيهه تائين ايوان اهو سمجهندو رهيو ته

اھو ڀَل مان سندس زال کي ملِيو ھوندو، پر ميگڏا
نالو ڏسي حيران ٿي ويو! دل ۾ عجيب عجيب ويچار
پيدا ٿيڻ لڳا ۽ ڌڙ ڌڙ جي رفتار تيز ٿي وئي. کيس
محسوس ٿيو ته سندس سڄي جسم ۾ حرارت جي لھر
ڊڙوي ويئي آھي. ذھن ۾ پيدا ٿيندڙ خيال جي تصديق
خاطر ھن سس جو خط پڙھيو، جنھن کي پڙھڻ سان
سندس پيشانيءَ تي پگھر جا وڏا وڏا ڦڙا ظاھر ٿي پيا،
ڌرتي پنھنجي پيرن ھيٺان نڪرندي محسوس ٿي ۽ سندس
مٿو ڦرڻ لڳو: خط ۾ گھرجي خبر چار، نصيحتون ۽
فھمائشون، سندس لاءِ پيار جا جذبات، گھر جي خرچ
جي آخري قسط لاءِ سندس مھرباني ۽ آخر ۾ ايترو
لکيل ھو ته ”شامل خط پڙھي تون ضرور خوش ٿيندين“!
ھاڻ شڪ جي ڪا گنجائش نه رھي ھئي، پر تنھن
ھوندي به ھن پنھنجي سس ۽ ننڍڙي ميگڏا جو فرياد
ڀريو خط ٻيھر ۽ ٽيھر پڙھيو ۽ کيس محسوس ٿيو ته
سندس مٿو ڦاٽڻ وارو آھي! ننڍڙي ميگڏا سندس تصور
۾ گھمي رھي ھئي ۽ مٿس ٿيندڙ زيادتيءَ جو سوچي
ھو پنھنجو پاڻ کي ڏوھاري سمجھڻ لڳو! ڪجھ سوچي
ھن ننڍڙو آٻنوسي ڪٻٽ کنيو ۽ پنھنجي ڪمري ۾
اچي ويو. ڪمري جي دروازي کي اندران بند ڪري
چٽڪائين جيئن ڪو نوڪر دخل اندازي نه ڪري ۽
پوءِ ڪٻٽ ۾ پيل پين شين جو جائزو وٺڻ لڳو! ڪٻٽ ۾
ڊائري، خط، تارون وغيره بي انداز تعداد ۾ پيل ھيا،

۽ هو ته ٽڪرن ۾ هر هڪ پنهنجي پنهنجي نظر مان ڪيلندو ٿي ويو، ۽ وري انهيءَ کي احتياط سان ساڳيءَ جاءِ تي ٿي رکيائين جيئن ميگڊا کي اها سُرت نه رهي سگهي ته ڪو سندس راز فاش ٿي چڪو آهي. سمجهيائين ٿي ته ٻئي جي ڳجهه متعلق ڄاڻڻ جي ڪوشش ڏوهه هئي، پر تنهن هوندي به هو اهو ڏوهه ڪرڻ لاءِ خود کي مجبور سمجهي رهيو هو، جي هو ائين نه ڪري ها ته ڪر سندس منهو ڦاٽي پوي ها! هن پنهنجي سس ۽ سهري جا ڪيترائي خط ڪڍيا ۽ انهن کي پڙهيو پر ڪيس ڪا قابل ذڪر ڳالهه معلوم نه ٿي سگهي، سمجهيائين ته سندس شڪ بي بنياد آهي، پر ايتري ۾ وري هڪ ٻيو خط انهيءَ ساڳيءَ ناپختہ تحرير ۾ لکيل ڏٺائين! ٻيو خط، يعني هاڻ سندس شڪ حقيقت جو روپ اختيار ڪري چڪو هو! اهڙا ٻيا به ٽي خط هئا پر انهن چئني ۾ ڏٺو ۽ سڀ خط اهو هو جيڪو تازو آيل هو، انهيءَ مان ايوان اندازو لڳايو ته جيئن جيئن هوءَ تعليم ۾ اڳيري ٿي رهي هئي، سندس خط ڏسڻاءِ پراثرار ٿيندا ٿي ويا، ۽ سندس خيالن ۾ وسعت ٿي ايندي ويئي، پر انهن سڀني خطن ۾ ان معصوم نينگري پنهنجيءَ ماءُ سان ملڻ ۽ هميشه گڏ رهڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو هو، سندس لکيل هر لفظ مان ماءُ سان بي انت پيار جي سرهاڻ اچي رهي هئي، سندس هر لفظ مان هڪ ڳوڙهي پيڙا جو پتو پئجي رهيو

هو، انهيءَ درد ۽ اذيت جو احساس ٿي رهيو هو، جيڪا هن معصوم ڇوڪريءَ کي برداشت پئي ڪرڻي پيئي، نڪيڙي ميگدا جو لکيل هر لفظ سندس روح جي پڪار معلوم ٿي رهيو هو ۽ سندس اداسيءَ جو سبب ظاهر ٿي رهيو هو! ايوان کي هاڻي پڪ ٿي ويئي ته ننڍڙي ميگدا، سندس پياري زال ميگدا جي ڌي هئي، جيڪا سندس (ايوان جي) وجود جي ڪري ۽ ميگدا جي سائس شادي ٿي وڃڻ ڪري، پنهنجي ماءُ کان جدا ڪئي ويئي هئي ۽ ماءُ جي هنج، پيار، چمين قربانين، ۽ قرب کان پري ڪئي ويئي هئي، ننڍڙيءَ معصوم کي اهو احساس ڏياريو ويو هو ته ماڻس جي ڀلائيءَ خاطر، کيس ڪانئس دور رهڻو پوندو ۽ ويچاري ٻارڙي، ننڍي وهيءَ کان ئي پنهنجي ماءُ لاءِ قرباني ڏيئي رهي هئي، پنهنجي ازلي حق تان دستردار ٿي رهي هئي، پر دل هٿان مجبور ٿي، سندس اڳيان فرياد به ڪري رهي هئي ته ڪانئس ايتري قرباني جي طلب نه ڪئي وڃي جو نيٺ هوءَ بخيل ٿي پوي!! آه ويچاري ميگدا!! ايوان جي ذهن ۾ تيزيءَ سان مختلف ويچار جاءِ وٺڻ لڳا! ننڍڙي ميگدا، ڪيتري نه بي وسيءَ واري زندگي گذاري رهي آهي! سال ۾ هڪ ڀيرو پنهنجي مٺڙي امڙ سان ملاقات جي آسري تي جي رهي هئي... هوءَ منهنجي متعلق ڇا سوچيندي هوندي؟ ڇا واقعي آئون ئي سندس خوشين جو قاتل آهيان؟ ڇا مون کيس

سندس ماءِ ڪان جدا ڪيو آهي؟ ايوان سوچي سوچي
پريشان ٿي ويو. ڪيس پنهنجي ميگدا جو خـيال آيو،
جيڪا هڪ ماءُ هئي، پر نه ڄاڻ ڪهڙي سبب ڪان
هن پنهنجي رت ڪان جدا ٿيڻ مناسب سمجهيو؟ ڪٿي
ائين ته نه هو جو هن خاندان جي ڀلي خاطر اها اذيت
سهڻ جو فيصلو ڪيو هجي! آه! ڇا هوءَ مون وٽ
سکي آهي؟ ڇا هن گهر ۾ هـوءَ خوش آهي؟ آئون
ڏهه سالن کان ائين پيو سمجهان ته مون ميگدا کي
دنيا جي هر نعمـت ميسر ڪري ڏني آهي پـر ڇا
هوءَ تنهن هوندي به خوش رهي هوندي؟ انهن ڏهن
سالن دوران سندس ذهني ڪيفيت ڪهڙي رهي هوندي
هن اهي ڏهه سال آخر گذاريا ڪهڙيءَ ريت هوندا؟ ۽
کيس ياد آيو ته جڏهن هن پهريون ڀيرو ميـگدا کي
ڏٺو هو ۽ کيس پنهنجو بنائڻ چاهيو هئائين ته هـوءَ
ڪيتري نه خوش هئي ۽ سندس چهري تي ڪيتري نه
رونق هئي، ۽ پوءِ جڏهن واقعي سندس شادي ميـگدا
سان ٿي ويئي هئي ته هو خود ڪيترو نه خوش ٿيو هو،
پر ڇا ميگدا خوش ٿي هئي؟ هن کي ياد آيو ته ديول
وچڻ وقت رستي ۾ ميگدا جو رنگ هيلو ٿي ويو هو
۽ ائين ٿي محسوس ٿيو چڻ هوءَ بيهوش ٿي ٿي! تڏهن
هن انهيءَ ڳالهه کي اهميت نه ڏني هئي ۽ سمجهيو
هئائين ته اهو فطري شرم ۽ حيا ڪري ٿي رهيو هو،
جڏهن ته اڄ کيس معلوم ٿي رهيو هو ته سـندس اها

حالت کهڙي سبب ڪان ٿي رهي هئي! ڪيس پنهنجي
ابهم ڏيڻ ڪان، سندس رت ڪان، سندس وجود جي هڪ
حصي ڪان، سندس، زندگيءَ جي هڪ اهم باب ڪان،
سندس قابل فخر تخليق ڪان جدا ڪيو ويو هئي ويو، هوءَ
انهيءَ صدمي، انهيءَ اذيت ۽ انهيءَ احساس ڪان بيهوش
ٿي رهي هئي!!

ايوان هڪ ڀيرو وري ڪٻٽ جي تلاشي وٺڻ لڳو
کيس ياد آيو ته خريداري وقت دوڪاندار سندس
ڌيان ڪٻٽ جي هيٺين لڪل حصي طرف به ڇڪايو
هو. هيٺئر هن ڪوشش ڪري اهو حصو به کولي ورتو.
اتي پڻ ڪيترائي ڪاغذ پيل هئا، جيڪي سڀ ميگدا
جا لکيل هئا، ايوان انهن کي هڪ هڪ ڪري پڙهندو
ويو ۽ سندس دماغ جا خانا رت جي تيز دوري ڪري
ڇڻ ڦاٽڻ لڳا، ساهه منجهڻ لڳو ۽ دنيا سندس نظرن
اڳيان ڦرڻ لڳي! ميگدا جو لکيل هر لفظ سندن ذهن
تي هٿوڙن وانگر لڳي رهيو هو، سندس سيني ۾ ڀالا ۽
ٻرڇيون ٿي لڳي رهيو هو... سندس اندر ۾ ڄڻ باهه
لڳي رهي هئي ۽ هو آنڌ مانڌ محسوس ڪري رهيو هو.
سندس من تڙپي رهيو هو، دل ٻڏي رهي هئي ۽ ذهن
اذيت ۾ مبتلا هو!! ميگدا جا لکيل اهي ورق، سندس
روح جا ٽڪرا هئا، هڪ بي وس عورت جي پڪار
هئا، فرياد هئا، تڙپ هئا، انهن ڪاغذن جي مطالعي
سان سندس ميگدا ۽ ننڍي ميگدا جو تعلق به آشڪار

ٿي ويو. ميگڊا لکيو هو ”منهنجا ستارا گردش ۾ آهن ۽ آئون ڏاڍي تڪليف ۾ آهيان! هر اها شئي برباد ٿي چڪي آهي جيڪا منهنجي پنهنجي هئي! خاندان جي نيڪنامي ۽ بابي جي محنت سان پيدا ڪيل عزت، حيثيت ۽ پونجي، سڀ قسمت جي ئي نامهرباني سبب اسان کان کسجي ويون آهن، جيڪر آئون اهو سڀ ڪجهه برداشت ڪري وڃان ها، پر جيڪا ويڌن مون سان ٿي آهي، تنهن جو احوال پڙهي هر انسان جو من ڪنبي اٿندو، هر انسان جي دل لرزي ويندي! منهنجي جگر جي ٽڪري کي مون کان پري ڪيو ويو آهي! ڇا آئون ان معصوم جون هانءُ ڏاريندڙ دانهون وساري سگهنديس، جيڪي هوءَ مون کان جدا ٿيڻ جي صدمي سبب ڪري رهي هئي! ڇا هن نماڻي روح کي مون کان ڌار ڪري منهنجي مائٽن مون تي ڪا ڇڱائي ڪئي آهي؟ ڇا آئون ان کان سداءِ زنده رهي سگهنديس؟ مٿان وري رابرٽ جي گمشدگي! خبر نه آهي ته ڪيڏانهن ويو هليو آهي، جيئرو آهي يا مري ويو آهي، ڪيڏو نه پٿر دل ثابت ٿيو آهي! جي اڄ هو موجود هجي ها ته مون تي ايترو ظلم ٿي سگهي ها! پر افسوس هو بيوفا مون کي اڪيلو ڇڏي پاڻ گم ٿي ويو آهي ۽ هاڻ مون اپاڳيءَ لاءِ ڪا خوشيءَ جي گهڙي نه ٿيندي! منهنجي زندگي هاڻي غم جي هڪ ڏکهي، ڪاري ۽

خوفائتي رات وانگر گذرندي جنهن ۾ منهنجي لاءِ ڪو سک ۽ خوشي نه هوندي“!

هڪ ٻئي ڪاغذ تي لکيل هو ”رابرٽ اڃان نه موٽيو! نه ڄاڻ موت جي تلاش ۾ آهي يا موت سندس واپسيءَ واٽ تي پهرا ويهاري ڇڏيا آهن! هائي مون کي احساس پيو ٿئي ته هو بزدل آهي، زندگيءَ جي سختين کي منهن ڏيڻ کان، ڀاڄي ٿيو آهي! ٿي سگهي ٿو ته ڪيس بابي متعلق خبر پئجي ويئي هجي ۽ هو حالتن کي منهن ڏيڻ جيتري سگهه، نه ساري منهنجي زندگيءَ سان ذڪري ويو هجي! الله! جي هو اچي وڃي ها ته آئون اڄ هيئنئن بي همت نه هجان ها! آئون به اڄ زندگيءَ کان ايتري نااميد نه هجان ها! مون تي اڳيئي ڇا گهٽ مصيبتون نازل ٿيون آهن جو هڪ تازو ڇرڪو اهو نئون نوجوان هئڻ لاءِ اچي پهتو آهي جيڪو مون تي هيرڪي پيو آهي! هو مون سان شادي ڪرڻ جو خواهشمند آهي، منهنجي سهاري لاءِ درخواست ٿو ڪري، پر آئون ڇا ڪنهن کي سهارو ڏيندس؟ آئون نه پاڻ بي همت آهيان، مايوس آهيان!! انڪار ڪري رهي آهيان پر منهنجا پيڙا ماءُ پيءُ ڏاڍا ڏکي نظر ٿا اچن! جيتوڻيڪ هو زباني ڪجهه نٿا چون، پر سندن اکيون واضح نموني ۾ مون اڳيان بيزاري پيون ڪن ته...

انڪار، نه ڪر ڌيءَ.. اهو انسان لاءِ به خراب ثابت ٿيندو! آهه! هڪ ايماندار، نيڪ، پرخلوص انسان

کي دولاب ڏيڻ ٿا چاهين: منهنجا مائٽ چاهين ٿا ته انهي شخص جي شرافت جو فائدو وٺي ساڻس فريب ڪيو وڃي! هو ويچارو شايد منهنجي حسن کي ڏسي ديوانو ٿي پيو آهي پر آئون ڪيس ڪيئن ٻڌايان ته منهنجو روح زخمي ٿيل آهي، منهنجو اندر ٽڪرا ٽڪرا ٿيل آهي، آئون سندس گهربل عورت نه ثابت ٿي سگهنديس، آئون ڪيس ڪو سهارو نه ڏيئي سگهنديس! ڪيس ڪيئن ٻڌايان ته منهنجي حسن کي نه ڏسي، منهنجي حصول جي خواهش ترڪ ڪري ڇڏي!! پر ڇا اهو ممڪن آهي؟"

هن نيڪ انسان سان شادي ڪرڻ لاءِ مون کي پنهنجي ننڍڙي ميگدا کان به هميشه لاءِ الڳ ٿيڻو پوندو! آئون آخر ايتري وڏي قرباني ڇو ڏيان؟ انهيءَ شخص جا مون تي يا منهنجي والدين تي ڪهڙا احسان آهن جو انهن جو بار لاهڻ لاءِ آئون پنهنجي ڌيءَ کي جدائي جو داغ ڏيئي هن شخص سان عيش واري زندگي گذاريان! پر امان بابا ضد ٿا ڪن ته مون کي ائين ڪرڻ گهرجي! هو منهنجي ڌيءَ کي مارڻ ٿا چاهين، پر خدا منهنجون دعائون ۽ آهون ضرور ٻڌندو، منهنجي ڌيءَ جيئري رهندي مرندي ڪانه....

"اڄ نيٺ فيصلو ٿي ويو! هيءُ شخص ڏاڍو ثابت قدم رهيو، هن آخر وقت تائين پنهنجي ڪوشش جاري رکي ۽ خلوص ۽ نيڪ نيتيءَ جو مظاهرو ڪندو آيو

۽ اڄ امان ابي، منهنجي پاران هاڪار ڪري ڇڏي منهنجو ضمير مون کي ملامت ڪري رهيو آهي ته هي مون ڇا ڪيو! پر مون اهو ڪٿي ڪيو آهي؟ مون کي ته ائين ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو آهي، ڇا اهو ممڪن آهي ته هڪ ڀيري آئون هڪ نئين ماڻهوءَ سان محبت ڪري سگهان؟ ائين به ڪڏهن ٿيو آهي ته محبت مصنوعي نموني ڪري سگهجي؟ آئون پريشان آهيان ته نئين ماڻهوءَ جو پيار، سندس قرب، سندس چميون ۽ سندس ڀاڪر آئون ڪيئن برداشت ڪري سگهنديس؟ ڇا منهنجو چهرو، منهنجون اکيون، منهنجي جسم جو هر عضوو سندس پيار تي احتجاج نه ڪندو؟ پر آئون مجبور آهيان! هنن مون کي انهيءَ شادي لاءِ اذيت ڏيڻ تيار ڪيو آهي! اها منهنجي شادي نه موت جي تقريب هوندي! آئون شادي ڪري جڙ پنهنجو پاڻ کي ماري ڇڏينديس! پنهنجي وجود کي مٽائي ڇڏينديس! جو منهنجي ڏيءَ مون کان کسي ويا آهن ۽ آئون ان کي پسڻ لاءِ بيتاب آهيان! منهنجي مٺڙي ڌيءَ! هوءَ مون کان سواءِ ڪيئن جي سگهندي؟ هو ڪٿي آهي! ظالمو، مون کي منهنجي ڌيءَ سان ملايو! آه منهنجا رب! آئون ڪيس ڏسڻ، چمڻ ۽ پنهنجي سيني سان لائڻ لاءِ تڙپي رهي آهيان! مون کي حوصلو ۽ همت ڏي جيئن آئون هن کي ٻيهر ڏسڻ تائين جيئري رهان! هنن واعدو ڪيو آهي ته جي مون سندن مرضيءَ مطابق شادي ڪئي ته



ڪيس وري ڏسي سگهنديس! مون کي منظور آهي! آئون
پنهنجي تخليق کي هڪ ڀيرو وري ڏسڻ لاءِ، ڪيس
چمڻ لاءِ هر قيمت ادا ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، پر بدقسمت
ايوان، مون کي افسوس آهي ته توکي اجايو مون سان
گڏ انهيءَ سزا ڀوڳڻ لاءِ شامل ڪري رهيا آهن! تون
منهنجي حصول لاءِ نهايت ڳري قيمت ادا ڪري رهيو
آهين... پڻ جي منهنجو آواز تو تائين پهچندو هجي ته
پڻ، توکي فريب ٻيو ڏنو ويو..."

"صبحائي منهنجي شادي ٿيندي! آئون ٻيو دفعو
ڪنوار بڻجي ديول ويندس پر ايوان اهو نه تو چاهي!
صبحاڻي کان پوءِ منهنجي زندگي، منهنجي نه رهندي،
آئون ديول پهچڻ کان اڳ ئي پنهنجي وجود کي ختم
ڪري ڇڏيندس، ها ايوان جي زال ميگدا جيئري رهندي
ميگدا، پنهنجي ڌيءَ خاطر زهر جو اهو ڪڙو ڍڪ
پيئندي رهندي، ۽ عذاب سهندي رهندي."

"هن وقت منهنجا ماءُ ۽ پيءُ مون کي چمي ۽
ڀاڪرين پائي پنهنجي پيار جو اظهار ڪري رهيا آهن،
منهنجي جدا ٿيڻ تي هنجون هاري رهيا آهن، هو زبان
مان نٿا ڪڇن پر آئون سمجهان ٿي ته هو منهنجا
نهايت ٿورائتا آهن جو مون سندن چوڻ تي پنهنجو
پاڻ وڪڻي ڇڏيو آهي!"

"ايوان! آئون چئي نٿي سگهان ته ڪيس ڏسي مون
کي ڇا ٿيو محسوس ٿئي! هو مون کي حاصل ڪري

ڏاڍو خوش آهي، سندس اکيون چمڪي رهيون آهن، سندس چهرو چمڪي رهيو آهي، هو پيار ڀريل نظرن سان مون ڏانهن نهاري رهيو آهي. هو واقعي مون سان سچو پيار ٿو ڪري، هن زماني ۾ اهڙا انسان مشڪل سان ملندا آهن، آئون، ايوان کي مايوس نه ڪنديس، سندس پيار کي ٺڪرائينديس، نه ڪنديس، هو يقيناً هڪ پيار ڀريل دل جو مالڪ آهي!!"

"رابرٽ مري چڪو آهي! اها خبر منهنجي لاءِ سڪون جو باعث آهي ڇو ته هاڻ هو ڪڏهن به منهنجي زندگيءَ ۾ نه اچي سگهندو، ۽ سندس پاڇو ڪڏهن به منهنجي ۽ ايوان جي وچ ۾ ديوار نه بڻبو."

"ڇا مان اهو ڪوڙ ڳالهائي سگهنديس ته مون کي ايوان سان پيار آهي؟ هو مون سان پيار ڪري ٿو سو ضرور مون کان به اهڙو سوال ڪندو ته ڇا مون کي ساڻس محبت آهي ۽ پوءِ آئون ڪهڙو جواب ڏينديس؟ ڇا هو سڀ ڪجهه سمجهي نه ويندو؟؟؟"

ايوان، ميگڊا جا لکيل سڀ ڪاغذ پڙهي چڪو هو! ڪاغذن جو ڍڳ سندن اڳيان ميز تي رکيو هو، هن ڳاڙهين اکين سان انهن ڏي نهاريو ۽ پنهنجو مٿو ڪٽي هٿن ۾ جهليائين! کيس محسوس ٿيو ته سندس سمورو جسم ٻري رهيو هو ۽ ڏڪي رهيو هو! سندس اکين مان ڳوڙها وهي ڪاغذن تي ڪرڻ لڳا ۽ هو ننڍين ٻارن وانگر سڏڪا ڀري روئڻ لڳو!! هن زندگيءَ

۾ ڪيترائي ڏک ۽ ڏولاوا سٺا هئا، پر گڏوگڏ ڏاڍو
جذباتي پڻ هو: ميگنا جي تحرير پڙهڻ سان سندس دل
تي چوٽ لڳي هئي ۽ ڳوڙها بي اختيار وهڻ لڳا هئا!
ڪيس بي انت ڏک جو احساس ٿي رهيو هو ۽ اهڙو
احساس اڳ رڳو هڪ دفعو ٿيو هوس جڏهن جوانيءَ
جي سرڪشيءَ سبب ڪيس گهر نيڪالي ملي هئي، پر
تڏهن هي جوان هو، سندس همت جوان هئي ۽ زندگي
سندس تابعدار هئي، اڄ صورتحال مختلف هئي! جنهن
ٻه چمن کي هن ڏهه سال لاڳيتو، پنهنجي رت ۽ ست
سان، پنهنجي پيار ۽ محبت سان، پنهنجي دل ۽ جگر
سان، محنت ڪري آباد ڪيو هو سو اک ڇنڀ ۾
تباهه ٿي ويو هو، سندس اميدون ۽ آسون، واريءَ جا
گهرڙا ثابت ٿيون هيون، سندس محبت جو زيان ٿيو
هو، سندس خلوص کي ٺڪ رسيو هو!! گهر نيڪاليءَ
وقت زندگي ڪيس پنهنجي سيني سان لڳائڻ لاءِ بيقرار
هئي، پر اڄ هو زندگيءَ جون سڀ نعمتون ماڻي چڪو
هو هاڻ هن دنيا ۾ صرف انهيءَ آسري جيئرو هو ته
سندس گلشن ۾ نيٺ ته گل ٽڙندا، نيٺ ته خوشبو
ٿيندي! پر ميگنا جي ڊائري پڙهي، زنده رهڻ جي
خواهش، ختم ٿي ويئي هئس، زندگيءَ جا سڀ سندر
سپنا هاڻ ڏيکارا لڳي رهيا هئا، هو پنهنجو پاڻ کي ڌرتيءَ
مٿان بار سمجهي رهيو هو! ڪيس پنهنجي زندگيءَ جي
گاڏي هڪدم بيهندي محسوس ٿي! هونئن شايد اڄان

۽ جدوجهد جاري رکي ها، ترقيءَ جا خواب ڏسي ها، خوشين جي ميلن پسڻ لاءِ جتن ڪري ها، باغ جي آبياريءَ لاءِ آس ۽ اميد جي سهاري زندهه رهي ها، پر هاڻ ڪنهن لاءِ جدوجهد ڪري؟ جي ڪيس اڄ واري خبر اڳ پهچي وڃي ها ته هو ضرور ڪونه ڪو اپاءُ وٺي ها، هاڻ ڇا باقي رهيو هو؟ سڀ ڪجهه ختم ٿي چڪو هو، بس ڏک، پيڙا ۽ غم باقي رهيا هئا!!

آخرڪار سندس لڙڪن جو دريا خشڪ ٿي ويو ۽ ڪمري ۾ رڳو سندس سڏڪن جو آواز وڃي بچيو جيڪو سندس دلي ڪيفيت جو اظهار ڪري رهيو هو! ڪجهه وقت کان پوءِ ڪمري ۾ مڪمل خاموشي ڇانئجي وئي ۽ جڏهن ايوان مٿو مٿي ڪيو تڏهن ڳوڙهن ڪري سندس چهري تي جيڪا ليڪ نهي بيٺي هئي سا نمايان ٿي چڪي هئي، سندس اکيون ڳاڙهيون ۽ سجيل هيون! طوفان لنگهي چڪو هو ۽ ايوان تقدير جي انهيءَ مذاق تحت مٿس ٿيل ستم برداشت ڪري چڪو هو! هن رومال جي مدد سان پنهنجا ڳوڙها اگهيا، اکيون صاف ڪيون، ۽ آهستگيءَ سان خط ۽ ڊائري جا ورق ڪٺي ڪبٽ ۾ رکڻ لڳو! اڃان ڪرڻ مهل هو اهو خيال پڻ ڪري رهيو هو ته جيئن ميگدا کي اهو شڪ نه پئجي سگهي ته ڪو ايوان سندس ڪجهه ڪان واقف ٿي چڪو آهي!

خط رکندي جڏهن هن هڪ ڀيري وري ننڍي ميگدا

جو پهريون خط ڪنيو ته پنهنجو ڏک وساري ويٺو! سوچڻ لڳو ته ان ننڍڙيءَ جان کي جو ماءُ کان دور ڪيو ويو هو، سو مٿس ڇا نه وهيو هوندو؟ ڪيس ڪيتري نه اذيت رسي هوندي ۽ خود سندس پياري ميگدا، پنهنجي ڌيءَ جي جدائيءَ ڪان پوءِ اج تائين انهن ڏهن سالن دوران ڪيڏيون نه پيڙائون سٺيون هونديون! عورت هجڻ جي باوجود هن ڪيڏي نه عزم ۽ استقلال جو مظاهرو ڪيو هو، پنهنجي صبر ۽ همت جو ڪهڙو نه ثبوت ڏنو هئائين، حالتن کي ڪهڙي نه پامرديءَ سان منهن ڏنو هئائين، ۽ ايوان کي اج تائين اهو احساس نه ٿيڻ ڏنائين ته مٿس ڪيڏا نه ستم ٿي رهيا آهن!!

هو خط پڙهي رهيو هو، انهن سٽن تي اچي بيهي رهيو،" منڙي امڙ! هڪ دفعو وري اڄ، منهنجي جنم ڏينهن جي موقعي تي، جيڪو سينٽ پيٽر ۽ سينٽ پال جي عرس جي ڏينهن تي ٿيندو! ۽ اج سينٽ پيٽر ۽ پال جو عرس هو، يعني ننڍڙي ميگدا جو جنم ڏينهن! ميگدا به سندس خواهش جي تڪميل خاطر هلي ويئي هئي ۽ اج جڏهن ايوان تي سندس هر راز، ظاهر ٿي پيو هو، ڪنهن ڏورانهين شهر ۾ هڪ ننڍڙي دل خوشيءَ کان نچي رهي هوندي، هڪ معصوم جان خوشيءَ کان بي اختيار ٿي رهي هوندي، هڪ محبت جي ماريل ٻارڙي پنهنجي ماءُ جي هنج ۾ خوشي جا گيت ڳائي رهي هوندي! اج هڪ ڪومايل گل ٽڙي رهيو هوندو، هڪ

وسايل ڏيو وري جرڪڻ لڳو هوندو! ۽ سندس ميگڊا
بہ بار بار پنهنجي جگر جي ٽڪري کي سيني سان
لڳائي رهي هوندي، کيس بي اختيار ٿي چمندي هوندي،
سڄي گذريل سال جون ڪسرون پوريون ڪندي هوندي
۽ ايندڙ سال جي جدائيءَ واري عرصي لاءِ اڳواٽ پيار
ڪندي هوندي! هوءَ پنهنجي ڌيءَ کي ايترو پيار ڪري
رهي هوندي جو ايندڙ سڄو سال کيس پيار جي ضرورت
محسوس نہ ٿئي! ننڍڙي ميگڊا کانئس، سندس متعلق
سوال پڇندي هوندي کيس التجا ڪندي هوندي تہ
مون کي بہ ساڻ وٺي هل... کيس پنهنجا ياد ڪيل سبق
ٻڌائيندي هوندي، پنهنجي ساهيڙين ۽ پادرڻ جي سلوڪ
متعلق ٻڌائيندي هوندي؟ ۽ ميگڊا اهو سڀ ڪجهہ
ٻڌي گد گد ٿيندي هوندي! پر محبت ۽ پيار جي
انهيءَ مظاهري ۾ گھڙيال جي بي رحم ٽڪ ٽڪ ٻنهي
مظلوم دلين کي ڌڪائيندي هوندي! وقت گذرڻ جو
احساس ٻنهي کي مايوسيءَ طرف گھلي رهيو هوندو ۽
ٻئي ماءُ ڌيءَ وقت جي بيهي رهڻ لاءِ دعا گھرنديون
هونديون! پر آهہ ظالم وقت! هو ڪنهن جي مجبوري
جو خيال نٿو ڪري، ڪنهن جي دل جي صدا نٿو
ٻڌي! ميگڊا انهيءَ احساس کان تڙپي رهي هوندي تہ
هاڻ وري سڄي سال لاءِ سندس جھولي خالي رهندي،
سندس چپ ڌيءَ کي چمڻ لاءِ بي قرار رهندا، سندس
اکيون ڌيءَ جي صورت ڏسڻ لاءِ اڄايل رهنديون، ۽




ن، لفظ منڙي امڙ پٽڻ لاءِ تڙپندا رهندا!!
هوءِ ڪيترو نہ چاهيندي هوندي تہ ڪيس واپس نہ وڃڻو
پوي،هوءِ ڪهڙا پور پچائيندي هوندي ۽ ڇا ڇا
سوچيندي هوندي ۽ وري جڏهن ڪيس ايوان جو خيال
ايندو هوندو تہ اهو ڪيترو نہ تڪليف ده ثابت ٿيندو
هوندو!! ۽ واپس اچڻ کان پوءِ هو اندر ئي اندر پڄرندي
رهندي، پر پنهنجن جذبن جو اظهار نہ ڪري سگهندي
پنهنجي ڏيءَ جو نالو بہ نہ وٺي سگهندي، ۽ وري سال
گذرڻ جو انتظار ڪندي! سڄو سارو هڪ ورهيہ جنهن
جو هڪ هڪ ڏينهن انتظار جو هجي، گهارڻ ڪيترو
نہ ڏکيو ثابت ٿيندو!! مندن من جو شيشو ڇيهون
ڇيهون ٿي ويندو، سندس ڦٿڪيل روح دانهون پيو ڪندو،
پر هن کي خاموش رهڻو پوندو! پاڻ تي قابو رکڻو
پوندو جيئن ايوان کي منس ڪنهن قسم جو شڪ نہ
ٿئي، ۽ جڏهن ايوان کيس پيار ڪندو، تہ موٽ ۾ کيس
بہ پيار جي انهن جذبن جو اظهار ڪرڻو پوندو، ۽ اها
منصوعيت ڪيڏي نہ اذيت ناڪ ٿي ٿئي!! هن ميگدا
جي پيار متعلق سوچيو جيڪو هو حاصل ڪندو آيو
هو، ڇا اهو هن لاءِ هو؟؟ ۽ ڇا ميگدا هر وقت انهيءَ
گهٽيءَ ۾ بہ نہ رهندي هوندي تہ ڪٿي ايوان انهن
ڳالهين کان واقف نہ ٿي وڃي!! ايوان جي دل ۾ رحم
جا جذبات پيدا ٿيا، کيس ميگدا جي عظيم قربانيءَ جو
احساس ٿيو ۽ هن سمجهيو تہ ميگدا سان سخت ناانصافي

ڪئي ويئي آهي! ڪيس انهيءَ ڳالهه جو ڏک نه هو ته ساڻس دولاب ڇو ڪيو ويو، پر افسوس پئي ٿيس ته سندس ايتري خلوص ۽ سچائيءَ جي باوجود ڪيس انهيءَ ڳجهه کان بي خبر رکيو ويو، ڇا سندس اظهار ۾ ڪنهن قسم جي ڪمي رهجي ويئي، يا سندس لهجي ۾ کوٽ ۽ ڪوڙ جو ڪو عنصر شامل ٿي ويو هو؟؟ بهرحال جيڪي ٿيو، هاڻي انهيءَ تي ويچار ڪرڻ فضول هو، پر اهڙي ڪرشش وٺئي هئي جو بدنصيب ميڪڊا سان ٿيل ناانصافين جو تدارڪ ٿي سگهي ۽ ڪيس سندس حياتي جون خوشيون وري نصيب ٿين! هن خطن وارو ڪبٽ ڪنيو ۽ احتياط سان ساڳيءَ جاءِ تي رکي ڇڏيو ۽ پوءِ پنهنجي حالت سڌاري، يعني منهن ڌوئي، وڪريل وار ڏاهي لباس مٽائي ڪنهن اهڙي هنڌ وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳو جيڪو هوادار هجي ۽ جتي ڪيس ڪو سڃاڻيندو به نه هجي! ڪيس هن وقت سوچڻ لاءِ اڪيلائي جي ضرورت هئي ۽ منجهايل ڏور ڪي سلجهائڻو هو! ۽ اهو به ته ڪو سندس پريشان حالت ڏسي، معاملي متعلق چاڻڻ لاءِ ضد نه ڪري ويهي جو هن بالڪل مناسب نٿي چاتو! ڪيس انهيءَ واقعي جي خبر نه هئي! هو ويچاري رهيو هو ته ميڪڊا صحتاٽي واپس اچي رهي هئي، ته ڇا هو پنهنجي پاڻ تي قابو رکي سگهندو؟ ڇا هو پنهنجي ملڻ واري انداز ۽ پيار ڀري گفتگو برقرار رکي سگهندو؟ ڇا هو ساڻس پنهنجي عادتن ۾ ڦير ڦار

آڻڻ ٻنا ملي سگهندو؟ ۽ جي ائين نه ٿيو ۽ ميگبا کي
چاڻ پئجي ويئي ته هو سندس ڳجهه کان واقف ٿي
چڪو آهي ته سندس طرز عمل ڪهڙو هوندو، زندگي
ڪيئن گذرندي، ٻنهي جا تعلقات ڪهڙا رهندا؟؟ هو
ڏاڍو پريشان هو!! اڪيلائي خاطر، شهر جي اهڙي حصي
۾ وڃي نڪتو جتي اڳ ڪڏهن نه ويو هو: اهو حصو
آباديءَ کان پري هو ۽ هت چئني طرفن فصل بيٺا
هئا ۽ انسان نظر ڪونه ٿي آيا! پر اها اڪيلائي به
ڪيس راس نه آئي. جيڪي گذري چڪو هو سو ڪيس
ياد اچڻ لڳو، غم جو احساس بدستور ڪيس ستائي رهيو
هو، ڪيس شاديءَ واري ڏينهن ۽ ان کان پوءِ وارو
عرصو ياد اچڻ لڳو! هو سوچڻ لڳو ته اهو شخص آخر
ڪير هو جنهن سان ميگبا کي واقعي پيار هو، جنهن
ميگبا جهڙي سهڻي ڇوڪريءَ جي دل حاصل ڪري
ورتي هئي؟؟ خيالن جو ڄڻ هڪ سمنڊ هو جنهن جون
مچربل لهرون سندس ذهن ۾ آنڌمانڌ مچائي رهيون هيون!
ڪيس اهو منظر ياد اچڻ لڳو جڏهن هو پنهنجن
دوستن جي ٻارن سان راند ڪرڻ لڳندو هو ۽ ميگبا
عجيب نگاهن سان ڏانهس نهاريندي هئي! "ڀڪ ته هوءَ
ان وقت اهو ئي سوچيندي هوندي ته اولاد هوندي به
ڪيس بي اولاد ڪيو ويو هو ۽ سندس ٻار کانئس جدا
ڪيو ويو هو، هوءَ مون کي ٻين ٻارن کي پيار ڪندو
ڏسي اهو سوچيندي هوندي ته آئون پنهنجو ٻار هئڻ

جي باوجود ڪيس پيار نه ٿي ڪري سگهان!!“ ها! سندس
ٻار.. ماءُ جي محبت کان محروم، يتيم ٻار، جنهن کي
ماءُ جي هنج جي اوتري ئي ضرورت هئي جيتري انسان
کي جيئري رهڻ لاءِ هوا جي، ۽ ان معصوم کي ايڏو
هلاڪ ڪيو ويو. ضرور ميگدا اهڙن وقتن تي پنهنجي
ڌيءَ متعلق سوچيندي هوندي! سندس سيني اندر
ڪيتريون نه خواهشون هونديون! هن ضرور اهي ويچار
ڪيا هوندا ته منهنجي ڌيءَ اسڪول ۾ پهريون نمبر
ايندي، سلڇڻي ٿيندي، پاڙي وارا ۽ اسڪول وارا سندس
تعريف ڪندا ۽ ظاهر آهي اهڙيءَ ڌيءَ تي ڪيس فخر
ٿئي ها! هوءَ پنهنجي ڌيءَ کي ڪپڙا نٿي پارائي سگهي
اسڪول نٿي وٺي وڃي سگهي، نه وري رات جو پاڻ
سان سمهاري سگهي، نه ڪيس ڪا گڏي يا رانديڪو
ڏاهيو ٿي ڏيئي سگهي: آه ويچاري ميگدا جيڪا پنهنجي
ڌيءَ کي دنيا اڳيان پيار نٿي ڪري سگهي، ڪيس
پنهنجو نٿي چئي سگهي!! الله. اها ڪيڏي نه سخت
سزا هئي!! ۽ بنا ڪنهن ڏوهه ڪرڻ جي، ميگدا کي
اهي سختيون خاموشيءَ سان سهڻيون پئي پيون ۽ هوءَ
خود اڄ تائين پنهنجي بي گناهيءَ ۽ انهيءَ ناانصافي
کي گجهه ۾ رکيو آئي!!

ميگدا بي اولاد نه هئي!! اهو خيال وري وري ايوان
جي ذهن جي پردي تي تريو پئي آيو. هيل تائين ايوان
اهوئي سمجهندو آيو ته وٽن اولاد نه هئڻ جو سبب هوءَ

هئي، پر هوءَ ته هڪ ٻار جي ماءُ هئي! يعني هن ۾ ته
اولاد پيدا ڪرڻ جي صلاحيت هئي، اهو ايـوان هو
جيڪو شايد انهيءَ قوت کان محروم هو!! ويچاري
ميگڊا ڪيتري عرصي کان سندس نگاهن ۾ پيدا ٿيندڙ
اهو الزام برداشت ڪندي آئي هئي تہ ڏوهہ سندس
آهي جڏهن هوءَ ٻي اولاد تہ [illegible] هئي !!

هو [illegible] ڪ [illegible] پر [illegible]نين جي ٻر مان
اڳيان [illegible]ئي [illegible] ويو ۽ پور [illegible] ڪيس وقت
[illegible]ڻ جي ڏرو [illegible] احساس نہ [illegible] رهيو هو، پر جڏهن
سڀ ڪرين پنهيان غائب ٿيو تہ ڪيس [illegible] ۽ هو
[illegible] روانو ٿيو شهر جي آباد علائقن مان [illegible] ٽڪرو
[illegible]ڪندو هو پنهنجي گهر [illegible] وچڻ لڳو [illegible]ڪوشش
[illegible]ڪري چهري [illegible] مان [illegible] نظر [illegible] جي [illegible] ڪرڻ
[illegible] تہ متاز رستي [illegible] ڪو سچ ڏو [illegible] سندس [illegible] چهرو
[illegible]ڪانئس [illegible] سبب نہ پڇي وٺي، ان کي [illegible] پنهنجي
[illegible] تہ سوچيو تہ ايوان [illegible] جو وڏو
آفيسر [illegible] ۾ ورتل آهي [illegible] ظاهر ڪرڻ
لاءِ هن [illegible] ڪيسي مان سگار
ڪڍي دکاياين ۽ جوزف [illegible]ڪوائر ڏانهن هلڻ لڳو.
الزبيٿ گهٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ تي ڪيس انسانن جو هڪ
ٽڪل ٽٽل سمنڊ نظر آيو جيڪو ڪارخانن ۾ ڪم
ڪرڻ کان پوءِ هاڻي ٽرامن ۽ بسن وسيلي پنهنجي
پنهنجي گهر وڃڻ جي لاءِ اتي گڏ ٿيل هو! ماڻهو هڪ

ٻئي ڪي ٽڪا ڏيندا، ٺونٺيون هڻندا، سوارين ۾ سوار
ٿي رهيا هئا، ڪي وڏي واڪ گاريون ڏيئي رهيا هئا،
ڪن جون ٽوپيون لٿاڙجي رهيون هيون ته ڪن جا
ڪپڙا ڦاٽي رهيا هئا. ايوان هڪ پاسي بيهي اهو تماشو
ڏسڻ لڳو ۽ ڪيس اچرج ٿيو ته اهي ماڻهو ايتري تڪڙ
ڇو ڪري رهيا آهن! جي ڪٿي ڪجهه انتظار ڪن ته
سڀ ڪر، سگهيا ۽ آرام سان وڃي ماڳ تي پهچن!
رستي تي هاڻ ٻتيون ٻري رهيون هيون، ايوان ڏٺو ته
ٻنهين پارن وارو ماڻهو، بسن ۾ سوار ٿيندڙن جي گوڙ
کان بي پرواهه پنهنجي ڪم ۾ رڌل هو، سندس پريشان
ٽپال ڪاٽي جي پيلي گاڏي ۽ لنگهي ۽ پريان امير ماڻهو
سندن زالون ۽ ٻار شام جي تفريح کان موٽي رهيا هئا،
زالون وڏن ٻارن جون آڱريون جهلي هلي رهيون هيون
جڏهن ته ننڍا ٻار يا ته مردن جي هنج تي هئا يا وري
گهمڻ واري گاڏي ۾! ٻاهه وسائڻ واري گاڏي ۽ علائقي
جو جائزو وٺڻ لاءِ آئي ۽ پوليس وارا ڊيوٽي مٽائڻ لڳا،ئڻ
لڳا، مطلب مسلسل گوڙ ۽ حرڪت ٿي رهي هئي،
اطمينان بالڪل ڪونه هو ۽ ايوان محسوس ڪيو ته
هن دنيا ۾ ڪنهن کي به آرام ۽ سک ميسر ڪونه
آهي، هر ڪو ڪنهن نه ڪنهن حشريءَ ۾ ورتل آهي!
اهو سوچي سندس ذهن ۾ جا اڻ تڻ مٽل هئي، سا
سڪون ۾ مٽجڻ لڳي، ۽ سندس حواس جيڪي اوچتي
صدمي کان ٿڙي پڪڙي ويا هئا، هاڻ جائيتا ٿيڻ لڳا ۽

هو پُراعتماد انداز ۾ گهر طرف هلڻ لڳو ۽ پڪو پهه ڪيائين ته مون کي صبح تائين اهو سڀ ڪجهه وساري ڇڏڻ گهرجي! انهي فيصلي تي عمل ڪرڻ لاءِ هن فيصلو ڪيو ته ”مون کي اڄ دوستن جي پارٽيءَ ۾ ضرور شريڪ ٿيڻ گهرجي، جتي شراب به هوندو، ۽ شباب پڻ! دوستن سان شراب پيئڻ، ماڙي ڪائڻ ۽ رقص سرور جي ڪنهن محفل ۾ شريڪ ٿيڻ ۾ جا لذت حاصل ٿئي ٿي تنهن جو بيان ئي هڪ نرالي شئي آهي! بي فڪرن دوستن جي مجلس، جتي ڳالهه ڳالهه تي ٽهڪ پيو بلند ٿيندو آهي، ضرور منهنجي ذهن کان هن صدمي دور ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندي!“ هن اهو به فيصلو ڪيو ته اڄ ڏاڍو شراب پيئندو، جيئن سڄي رات بيهوشي ۾ گذاري، صبح جو تازو توانو ٿي وڃي، ۽ صبح تائين يارن جي محفل ۾ رهندو، گهر نه ويندو، جو اڪيلائيءَ جو فائدو وٺي طرح طرح جا خيال ڪيس وڪوڙي ويندا ۽ صبح تائين سندس ساهه پوساڙجي ويندو!

هو هوٽل پهتو، جتي سندس دوست موجود هئا، ۽ پوءِ هن پنهنجو پاڻ کي ماحول جي حوالي ڪري ڇڏيو! شراب سندس دماغ کي فرحت بخشي، ۽ دوستن جي چرچن ۽ ٽهڪن سندس دل جو بار هلڪو ڪرڻ ۾ چڱي چوکي مدد ڪئي ۽ رات جا اڍائي پهر، انهيءَ مجلس ۾ ئي ويا. آڌي رات وقت جڏهن هو گهر موٽيو ته نوڪرياڻي رڌڻي وٽ ستل هئي، هن آهستگيءَ سان در ڪوليو ۽

آواز پيدا ڪرڻ بنا ڪمري ۾ ويو. جتي ميز تي ميگدا
جو خط پيل هو جنهن ۾ هن پنهنجي اچڻ متعلق لکيو
هو! سمهڻ واري ڪمري ۾ بتي ٻاري ۽ ڪتاب هٿ
۾ جهلي هو ليٽي پيو، پر ڪتاب پڙهي نه سگهيو ۽
ڇت تي ٽنگيل ميگدا جي تصوير ڏانهن نهارڻ لڳو!
پورو ڪلاڪ ڪن هو انهيءَ تصوير طرف غور سان
ڏسندو رهيو ۽ دل ۾ ڪي پور به پچائيندو رهيو! هو
ڇا سوچي رهيو هو، اها ڪيس ئي خبر هئي، پر هو
جيڪي به ويچار ڪري رهيو هو تنهن تي عمل ڪرڻ
لاءِ بالڪل پختو ٿي نظر آيو جو هن رڪي رڪي اهو
پئي پڙڪيو ته "ائين ئي ٿيندو" هن لاڳيتو ڪيترا
ڪلاڪ سوچڻ کان بعد هو هڪ فيصلي تي پهچي
چڪو هو، هن ٿڌي دماغ سان ويچاري ان مسئلي جو
حل ڳولهي لڌو هو، پر اهو ڇا هو؟ هن ڇا ٿي ڪرڻ
چاهيو؟ جيڪي به هن سوچيو هو سو ضرور سندس دل
۽ دماغ جو فيصلو هو ۽ سندس ضمير جو آواز پڻ
ڇاڪاڻ ته هاڻي سندس چهري تي پريشانيءَ جا نشان
ڪونه ٿي نظر آيا ۽ هو مطمئن نظر اچي رهيو! پنهنجي
ويچار تي عمل ڪرڻ جو پختو پهه ڪري بتيون وسائي
هن سمهڻ جي ڪوشش ڪئي.

ميگدا کيس اطلاع ڏنو هو ته هوءَ جون مهيني جي
پڇاڙي تاريخ، ٽپهريءَ مهل گاڏيءَ رستي ايندي! جون
جو مهينو هلندڙ هو ۽ پيو ڏينهن، آخري ڏينهن هو،

ايوان اهو سوچي خوش ٿيو تہ هوءَ ٽپهريءَ مهل اچي رهي هئي ۽ هو ڏينهن جي ٽن پهرن ۾ پنهنجو پاڻ کي هر ڳالهہ سمجهائي وٺندو ۽ ميگڊا جي اچڻ وقت پنهنجي ويچارن تي قابو رکي سگهندو!

رات جو هو دير سان ستو هو، پر صبح جو جلدئي سندس اک کلي پيئي! آئيني اڳيان بيهي ڇهري جو معائنو ڪيو، رات واري دوستن جي ڪچهريءَ ۽ سندس ڇهري تي پريشانيءَ جو پهرو قائم نہ هو، اکيون سڄيل ۽ ڳاڙهيون نہ هيون، ۽ ڪيس ڏسڻ کان پوءِ ڪير بہ ائين نٿي چئي سگهيو تہ ڪو هو ڪالهوڪو سڄو ڏينهن روئندو رهيو هو! ايوان فيصلو ڪري ورتو هو ۽ هاڻي پريشانيءَ جو ڪو سبب نہ هو: پر اهو فيصلو؟؟ ڇا هن ميگڊا کي پاڻ کان ڌار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو؟ يا ميگڊا تي زور ڀري ها تہ پنهنجي ڏيءَ تان هٿ کڻي؟ يا وري ميگڊا کي عدالت جي ڪٽهڙي ۾ بيهاري سزا تي ڏيارڻ چاهيائين؟؟ پر نہ، عدالت جو سهارو هو ڀڪ نہ ڳولهيندو جو ائين ڪرڻ سان سندس نيڪ نامي ۽ عزت تي ڳالهہ اچي وڃي ها ۽ ٻهريون بہ ڳالهيون بہ اهڙيون هيون جيڪي سندس فائدي وٽان نہ هيون! ميگڊا کي الڳ ڪري هو هڪ ساعت بہ سک جو ساهہ کڻي نہ سگهندو جو گذريل ٻارهن سالن کان هوءَ سندس من مندر جي ديوي هئي! ميگڊا سندس عبادت هئي، ۽ ٻوڇاري پنهنجي عبادت کان دور نٿو

رهي سگهي! باقي ڏيڍ ڪان الڳ ٿيڻ وارو مطالبو، ته انهيءَ مان ايوان کي ڪي ڪين وري سگهي ها، انهيءَ ڪري فيصلو اهڙو ڪرڻو هو جو هر ڌر جو فائدو ٿئي!

بهرحال، ايوان ڪپڙا مٽائي، نيرن ڪري، نوڪرياڻيءَ کي ميگدا جي اچڻ جو ٻڌائي، سگار دکائي، گهر کان نڪري ويو، جيئن ته اڃان آفيس وڃڻ ۾ ڪافي وقت هو، هن گهمڻ جو ارادو ڪيو جيئن سندس ذهن اجاين خيالن کان ٻاڪ رهي ۽ هو پنهنجي فيصلي تي پختو رهي!

رستي تي ڪافي رونق هئي، ماڻهو پنهنجي نوڪرين تي وڃي رهيا هئا، ۽ سڀني جي چهرن تي مرڪ پئي نظر آئي، ڄڻ ته ڪين ڪنهن به قسم جو غم ۽ فڪر نه هو! ايوان هلندي هلندي اچي ٻارن جي هڪ اسڪول وٽ پهتو. ننڍا، سهڻا، معصوم ٻار ڊوڙندا، کلندا، رانديون ڪندا اسڪول طرف پئي آيا، ڪي ٻار پنهنجن گهريلو ملازمن، ڪي وري وڏين ڀينرن يا ڀائرن ۽ ڪي وري پنهنجين مائرن سان گڏ آيا! مائرن سان گڏ ايندڙ ٻار تمام گهڻو خوش ٿي لڳا. اسڪول وٽ پهچي ماءُ پنهنجي ٻار کي پيار ٿي ڪيو ۽ پوءِ ڪيس اندر ٿي اماڻيائين ۽ تيسين اتان واپس نٿي ويئي جيسين سندس ٻار اسڪول جي چوديواري اندر نٿي داخل ٿي ويو! مائرن جي چهرن تي به انهيءَ وقت عجيب مرڪ ٿي نظر آئي! ايوان سوچيو ته سندس، ميگدا به ائين ڪري ها جي ڪيس اهڙي اجازت ڏني وڃي، هوءَ به ڪر ٻاڻ ڏي پنهنجي

ڏيءَ کي اسڪول ڇڏڻ اچي، ڪيس پيار ڪري ۽ انهيءَ وقت تائين بيٺي رهي جيسيتائين بار اسڪول ۾ داخل نه ٿي وڃي!! اهو خيال ڪري هو مرڪڻ لڳو! ته ڇا هو ميگڊا کي پنهنجي ڌيءَ پاڻ سان رهائڻ جي اجازت ڏيڻ جو فيصلو ڪريو ويٺو هو؟؟ جڏهن ٻارن جي اچڻ جو سلسلو ختم ٿيو ته ايوان اتان روانو ٿي ويو. اچوڪي ڏينهن وقت ڏاڍو سست رفتاريءَ سان سفر ڪري رهيو هو! ميگڊا جي اچڻ جو وقت اچان ٻه پري هو. هو ڪن سنگتين سان گڏجي، ماني کائڻ لاءِ صوفيه جزيري ڏانهن ويو، جيڪو سهڻو ۽ خاموش جزيرو هو! سندس دوستن مان هڪ کانئس پڇيو، ڇا اڃا تائين اڪيلوئي آهين!

ڪلندي وراڻيائين رڳو اڄ رات تائين، ميگڊا شام مهل اچي ويندي ۽ پوءِ منهنجي اڪيلائي ختم ٿي ويندي! سامان تيار رکيو آهي رڳو ميگڊا اچي ته ڪنهن پاسي موڪلون گذارڻ هليا ويندا سين!!“

”هن ڀيري ڪهڙي پاسي وڃڻ جو خيال آهي؟“

ڪجهه چئي نٿو سگهان، برلن، هيمبرگ، يا ساموندي جزيري ٽريوي موندي، يا ماگهين ميونخ، سالزبرگ مان ڪنهن هنڌ وڃجي، اصل فيصلو ته ميگڊا کي ڪرڻو آهي، ڪيس جيڪا جاءِ پسند آئي، اوڏانهن وڃبو!!

ماني کائي، ڪافيءَ جا گرم گرم ڍڪ ڀري، هو گهر لاءِ روانو ٿيو، جتي ميگڊا جي ڪمري جون دريون کولي ڇڏيائين جيئن ڪيس ڪمري ۾ هٻس نه محسوس

ڏٺي! ۽ سندس سمهڻ جي پلنگ پرسان پيل ننڍڙي ميز
تي تازن گلن جو گلدستو جيڪو بازار مان ونيو آيو
هو، سو ڏاهي رکيائين جيئن ڪمري ۾ خوشبو پکڙجي
وڃي، انهيءَ ڪم کان فارغ ٿي هن ڪمرو بند ڪيو
نوڪرياڻيءَ کي ستين بجي مهل ماني ڏاهڻ جي هدايت
ڪيائين ۽ بينڪ طرف هليو. جيئن جيئن ميگدا جي
اچڻ جو وقت ويجهو، پئي آيو تيئن سندس اطمينان
موڪلائيندو پئي ويو، دل جي رفتار تيز پئي ٿي ۽
سندس حواس ڏڙڻ لڳا هئا! اهو احساس پختو پئي ٿيندو
ويو ته ميگدا سان ملڻ وقت پنهنجن خيالن ۽ ظاهري
حالت تي ڪنٽرول رکڻ ممڪن نه ٿيندو، ۽ اهو سوچي
هو پريشان ٿي ويو! ڇا ڪجي؟ جي اسٽيشن تي نه ويندو
ته به ميگدا کي شڪايت جو موقعو ملندو، ۽ انهيءَ
کان سواءِ ماڻهو نه پوندو، بچي آخر ڪيترو بچبو، پر هن
ذهن کي ڇا ڇئجي جيڪو سندس اختيار کان نڪتو
پئي ويو!!

بينڪ جو سينيئر ڪيشيئر ساڍي ڇهين بجي اسٽيشن ڏانهن
هليو، پر اتي پهچي هو موڪلائي ويو. اسٽيشن تي ڏاڍو
گوڙ ۽ گهمسان هو، عملي جي ماڻهن جي اچ وڃ،
مسافرن جو گوڙ، گاڏين جي وڃڻ وقت وڄندڙ گهنڊڙين
جي آواز ڪيس بتال ڪري ڇڏيو، پر اها هڪ خوشيءَ
جهڙي ڳالهه هئي جو ميگدا سندس چهري جي ڳاڙهاڻ
۽ پريشاني ڏسي اهو سمجهندي ته گوڙ جي ڪري ائين

ٿي ويو آهي، ۽ پوءِ شايد ڪجهه وقت کان پوءِ هو پنهنجي حالت تي قابو ڪري ورتي!

گاڏي اچڻ لاءِ سنگل ٿيو، ۽ ستت ئي گاڏي اچي پليٽ فارم تي پهتي! ميگڊا ڪيس ڏسي هٿ لوڏيو ۽ هُن به جواب ۾ هٿ لوڏيو، ۽ ڏانهس وڌيو. ميگڊا کي گراڻڙي پائي چمي ڏنائين ۽ قليءَ کي سڏ ڪري سامان کڻڻ لاءِ چيائين! ميگڊا سنڊس هٿ جهلي تيزيءَ سان اسٽيشن کان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي! سنڊس سهڻا ڳِڻا هن وقت ڳاڙها ٿي رهيا هئا ۽ چپ ٿڙڪي رهيا هئا. هوءَ ڳالهائڻ کان به پاسو ڪري رهي هئي، پر ته ڪيس اهو خطرو سمجهي رهيو هو ته ڪٿي ايوان سمجهي نه وڃي ته هوءَ ڪٿان اچي رهي آهي! ميگڊا کي اها ڳالهه لڪائڻي هئي ۽ انهيءَ ڪري هو ايوان سان ملڻ وقت ڳاڙهي ٿي ويئي هئي، جڏهن ته ايوان سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿي، ۽ اهو لڪائڻ چاهيائين ٿي ته ميگڊا کي خبر نه پوي ته ڪو هو سنڊس راز کان واقف ٿي ويو آهي، نه ته ايهڙائيءَ ۾ هوءَ ڪٿي ڪو غلط قدم نه کڻي، ٻئي پنهنجي ڪوشش ۾ هئا، ٻئي هڪٻئي جي ڪيفيت کان بي خبر!! ايوان خوش ٿيو ته ميگڊا سنڊس دلي ڪيفيت پروڙي نه سگهي آهي ۽ ميگڊا سک جو ساهه کنيو ته هن پيري به ايوان کي ڪو شڪ نه ٿيو آهي.

موٽر ۾ سوار ٿي گهر طرف روانا ٿيا ته هڪ

ڏيڄاريندڙ مات ڇانيل رهي، جنهن ڪان ايوان کي خوف محسوس ٿيڻ لڳو. اهو سوچي ته ڪٿي اها خاموشي سندس راز نه فاش ڪري وجهي، هن ميگبا سان ڳالهائڻ شروع ڪيو!!

”منڙي، سفر ۾ ڪنهن قسم جي تڪليف ته نه ٿي؟ بوهيميا ۾ وقت ڪيئن گذريو؟“

”نه سائين، سفر ڏاڍو سکيو هو ۽ بوهيميا ۾ پڻ وقت ڏاڍو سٺو گذريو!“

”امڙ ۽ بابا ته خيريت سان هئا نه؟“

”ها... سڀ خير هو! بابا گذريل مهيني ڪان البته خوش نه هو، ۽ مون کي خط ۾ به نه لکيائون ته ڪٿي آئون پريشان نه ٿي وڃان، پر هاڻ بالڪل ٺيڪ هو، امان به تندرست هئي!“

”ڪانئن موڪلائڻ وقت ته توکي ڏاڍو ڏک ٿيو هوندو ميگبا؟“

ميگبا جي ڳچڻ تي رت جي ڳاڙهاڻ وري ڊوڙڻ لڳي ۽ سندس اکيون جهڪي ويون! اهو ڪو پڇڻ جو سوال هو! نينڍڙي ميگبا ڪان جدا ٿيڻ وارو وقت ڪيڏو نه ڏکدائڪ ۽ تڪليف وارو هو!! پر اهو سڀ ايوان کي ڪيئن ٻڌائي؟؟ پر جواب ڏيڻ خاطر، ڏکاري آواز ۾ چيائين ”امڙ جي مون سان ڪيتري محبت آهي، سا ته تون به ڄاڻندو هوندين، مٿان وري هاڻي ٻئي ڄڻا ٻڍا ٿي ويا آهن، خبر نه آهي ته ڪهڙي وقت بيمار ٿي

پوڻ ۽ آئون وري ڪين ٻئي سال ملڻ جي آسري ڇڏي
آئي آهيان! تڪليف ۽ ڏک نہ ٿيندو ڇا؟؟؟"

"پر منهنجي هو آخر پراڳ ڇو نٿا اچن! آئون ڪين
هڪ سهڻو گهر هٿ ڪري ڏيندس ۽ ڪين هر
سهوليت مهيا ڪري ڏيندي، جيئن ڪين ڪا تڪليف
نہ ٿئي ۽ مٿان وري پاڻ بہ جو اتي هونداسين تہ سندن
خدمت پيا ڪنداسون، تون ڪين مجبور ڇو نٿي ڪرين؟"
هو ميگدا جي واپسيءَ تي هميشه اها رٽ پيش ڪندو
هو پر هوءَ انهيءَ ڳالهہ جو ڪو جواب نہ ڏيندي هئي،
ڪيئن جواب ڏي ها، جي مائٽن کي پراڳ اچڻ تي
مجبور ڪري ها تہ نينڊزيءَ ميگدا سان ملڻ لاءِ ڪهڙو
بهانو ڪري ها! ڪيس پنهنجي پيرن مائٽن سان بہ ڏاڍو
پيار هو، پر ميگدا لاءِ سندس دل ۾ جا ممتا هئي، تنهن
جو تہ ڪو ڪاٿو ئي نٿي لڳائي سگهيو!!

ميگدا وراڻيو، "تون ڏاڍو همدرد ۽ پرخلوص ساٿي
آهين ايوان، پر هو اها رٽ نہ مڃيندا جو ڪين ٻوهيميا
۾ رهندي عمر گذري ويئي آهي ۽ هو انهيءَ شهر کي
پسند ڪن ٿا، پراڳ ۾ اچي هڪ نئين زندگيءَ جي
شروعات ڪرڻ هنن لاءِ ڏکي ثابت ٿيندي، تنهن هوندي
بہ تون سندن ايڏو خيال رکين ٿو ۽ هر وقت جو سندن
ڀلائيءَ لاءِ پيو سوچيندو آهين، تنهن ڪان هو واقف آهن
۽ ڏاڍا خوش آهن تہ ڪين اهڙو صالح ناٺي مليو آهي!
تنهنجا اهي ٽورا، آئون سڀ ڇمار تنهنجي داسي ٿي

خدمت ڪرڻ کان پوءِ به نه لاهي سگهندس!“ ميگدا پيار وچان، سندس هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو!

ايوان، سندس جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو! ميگدا جي پيار واري هن اظهار ۾ مصنوعيت نه هئي. هن ڪيس چيو ”اهڙيون ڳالهيون نه ڪندي ڪر مٺڙي جنهن مان ڏاريائپ جي بوءِ اچي. تون منهنجي داسي نه دل جي راڻي آهين، بس مون سان ساڳيءَ ريت پيار ڪندي رهه، مون کي ٻيو ڪجهه نه گهرجي!!“

ايوان جا وسوسا غلط ثابت ٿيا. ميگدا کي مٺس کنهن قسم جو شڪ نه ٿيو ۽ سندس دل مطمئن ٿي ويئي. ٻه ڏينهن پنهنجي گهر ۾ رهڻ کان پوءِ هو پنهنجي تفريحي سفر تي آ هيا. جيتوڻيڪ ايوان هن ٻيري سفر ڪرڻ نٿي چاهيو جو ڪيس پنهنجن ويچارن کي عملي ويس ڍڪائڻ لاءِ واندڪائيءَ جي ضرورت هئي، پر هو انڪار به نٿي ڪري سگهيو جو ميگدا سندس خوشيءَ خاطر مائٽن ۽ ميگدا کي ڇڏي موٽي آئي هئي، هوءَ نه وڃڻ جو سبب ضرور پڇي ها! سو هو سفر جي شروعات ۾ ميونخ آيا! هڪ غير ملڪ ۽ غير شهر ۾ هئڻ سبب هو هر وقت هڪٻئي سان گڏ رهندا هئا ۽ ڇڻ ڪين نئين نئين محبت ٿي هئي! هڪٻئي جو خيال ۽ پيار جو اظهار اهڙيءَ ريت ڪندا هئا ڄڻ ڪنوارا هئا ۽ مائٽن کان لڪي هت گهمڻ ۽ پنهنجي پيار جو عهد ڪرڻ آيا هئا! ميونخ ۾ هفتو رهي سالزبرگ لاءِ روانا ٿيا! اتي

هو سڀ کان اول ليوني ويا جتي وري رُوٽ مين جي چوٽيءَ تي چڙهي خوبصورت الپس جي چوٽين جو نظارو ڪيائون ۽ پڻ ڪلاڪن کان پوءِ سمنڊ جي ڪناري تي آيا، جيئن ٻيڙيءَ جو سير ڪري سگهن! ٻيڙي ۾ سائن گڏ ليوني جو هڪ جوان خاندان به سوار ٿيو هي جوان زال مڙس ۽ سندن ٻن ٻارن تي مشتمل ننڍڙو خاندان هو، ٻارن ۾ ٽن سالن جو شرير ڇوڪرو هو جيڪو ٻيڙيءَ ۾ هيڏي هوڏي ڊوڙي رهيو هو ۽ پنجن سالن جي هيڊي رنگ واري نينگري. ڇوڪري ياڻئن تہ تازو ڪنهن سخت بيماريءَ مان صحت ياب ٿي هئي، پر اڃا بہ سندس جسم ۾ رت نہ هو ۽ چپن تي مرڪ نہ هئي! ڇوڪريءَ جي نگهبانيءَ لاءِ هڪ سهڻي نرس مقرر ٿيل هئي، پر ماءُ پاڻ بہ تمام گهڻي پر گهور پئي لڌي ۽ سندس خوشيءَ خاطر، جيئن هن چيو ٿي، تيئن ٿي ڪيائين! ايوان ۽ ميگدا محسوس ڪيو تہ ماءُ، ڌيءَ جي بيماريءَ وارن ڏينهن ۾ رات ڏينهن سندس چاڪري ڪئي هوندي، ۽ اڄ سندس محنت ڪري ڇوڪري بيماريءَ مان اٿڻ لائق ٿي هئي! ڇوڪري ٽڪل لڳي رهي هئي ۽ بي دليءَ سان سمنڊ جي پاڻيءَ ۽ آسي پاسي کان لنگهندڙ ٻين ٻيڙين جي مسافرن ڏانهن نهاري رهي هئي! سمنڊ جي هن حصي ۾ ٽري ۾ اپريل سائو گاهہ نظر اچي رهيو هو، ڇوڪري هڪ ٽڪ اوڏانهن ڏسڻ لڳي، شايد ماڻس ڪيس راتين جو سامونڊي پرين جون آکاڻيون

ٻڌائيندي هئي، جنهن جو هوءَ انتظار ڪري رهي هئي!
سندس هر چپ تي ماءُ جو ڌيان ڏانهس ٿي ويو
۽ هن کيس چميو پئي، ۽ پيار پئي ڪيائين!

ايوان ميگدا ڏانهن نهاريو، هوءَ ڇوڪريءَ کي ڏسي
رهي هئي ۽ سندس اکين ۾ غم ۽ بي وسيءَ جو هڪ
عظيم طوفان نظر اچي رهيو هو، ايوان سندس ڪيفيت
کي پروڙي سگهيو پئي، هوءَ پڪ پنهنجي ڌيءَ متعلق
سوچي رهي، جيڪا ڪائنس تمام پري هئي، ۽ خبر نه
آهي ته ڪهڙي حال ۾ هئي موسم ڏاڍو دلفريب هو،
ٿڌڙي هير جهلي رهي هئي، ۽ آسمان تي ڪڪر راند
ڪري رهيا هئا، پريان الپس جون چوٽيون پئي ڏسڻ ۾
آيون ۽ ايوان جي دل ۾ محبت ۽ پيار جا ڪيترا گيت
ڇپن تائين اچڻ لاءِ بيقرار ٿي رهيا هئا، پر سندس
محبوب غمگين هو، هو محسوس ڪري سگهيو ٿي ته
هن جو غم واجب هو، زماني کيس دنيا جي وڏي ۾
وڏي خوشيءَ ۽ نعمت کان دور ڪري ڇڏيو هو، کيس
ڏک نه ٿيندو ته ڇا ويهي کلندي!! هن جي ذهن ۾ اهي
خيال پيدا ٿي رهيا هوندا ته سندس ڌيءَ به ته ائين
بيمار ٿي سگهي ٿي، کيس به ته بخار اچي سگهي ٿو،
۽ بخار جي تيزائيءَ وقت پنهنجي جان کي رسندڙ ڪنهن
به تڪليف وقت هوءَ ڪنهن کي سڏيندي! هن دنيا ۾ سندس
آهي ڪير؟ صرف هڪ ماءُ، جيڪا به ڪائنس ڪيترا
ڪوس ڏور، پنهنجي مڙس جي پير سان ويٺي، ٻيڙيءَ ۾

تفريح ڪري رهي آهي! ۽ سندس پرگهور لهڻ وارو ڪو
ڪونه هوندو، سندس وارن ۾ شفقت ڪان آڱريون گهمائڻ
واري ماءُ موجود نه هوندي، رات جو ننڊ نه اچڻ واري
حالت ۾ ٻرين جون آکاڻيون ٻڌائڻ لاءِ ماءُ نه هوندي،
ڪيس پنهنجي ڇاتي ۾ لڪائڻ واري ماءُ نه هوندي، ۽
هوءَ آخر دم تائين، ڪيس ڳوليندي رهندي، سندس اکيون
ماءُ جو انتظار ڪنديون رهنديون، ٻر سندس ماءُ، هڪ
سال ڪان اڳ وڏس نٿي وڃي سگهي! ايوان اهو سڀ
ڪجهه محسوس ڪري رهيو هو ۽ ڪيس ميگدا جي غم
جو احساس پڻ هو! هن سوچيو ڇا هوءَ معصوم مرڻ
گهڙيءَ وقت ٻه ماءُ جي هنج ڪان محروم رهندي؟ هو
ڪنبي ويو! ڇا ائين ٻه ٿي سگهي ٿو! ڇا دنيا ايڏي
ڪٺور آهي جو هوءَ ڌيءَ کي مرڻ وقت ٻه ماءُ سان
ملڻ جي اجازت نه ڏيندي؟ ميگدا ڇوڪريءَ ڏانهن
نهاريندي هڪ ٿڌو ساهه کنيو، ڇڻ ڪيس ٻه اهو ويچار
وکوڙي ويو هو جيڪو ايوان جي دل ۾ پيدا ٿيو
هو!! ايوان، ميگدا جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو ۽
چيائين ”منڙي، تون هن نينگري کي ڏسي ايتري غمگين
ڇو ٿي ويئي آهين؟“ پر ميگدا ڪو جواب نه ڏيئي
سگهي! سندس اکيون، ٻولار ۾ تڪينديون رهيون، ۽
اکين جا ڇپر ڏڪندا رهيا!! سندس سڄين اکين ۾ لڙڪ
تري آيا هئا ۽ هوءَ انهن کي پي وڃڻ جي ڪوشس
ڪري رهي هئي! ايوان وري ڇيو ڏک نه ڪر ميگدا

ڏس نہ سندس پرگھور لاءِ ماڻس فرشتي وانگر موجود آهي ۽ سندس چڱيءَ ريت خيال ڪري رهي آهي!"
ميگڊا وري بہ جواب نہ ڏيئي سگهي. لڙڪ، جيڪي اکين ۾ موجود هئا سي سندس اجهاڻل ڳٽن تي ڳڙي پيا، ۽ هن هڪ سڏڪو ڀري پنهنجو منهن ايوان جي سيني ۾ لڪائي ڇڏيو. آهہ ويچاري مجبور ماءُ! ڪيڏي نہ بي وس آهي! هو پنهنجا لڙڪ لڪائي نہ سگهي، پر هاڻ تہ ماڳهين سندس دل ڦاٽي ٿي!! اهو راز، راز رکڻ بہ تہ هڪ وڏي اذيت جي برابر هو، مٿان وري ورڪ ورڪ تي جي اهڙا زخم رسن تہ لڙڪ ويچارا ڪيڏانهن وڃن!!
ايوان، سندس وارن تي شفقت وچان هٿ ڦيريندي کيس مخاطب ڪيو.. "پڌ مٺڙي! آئون ڪيترن ڏينهن کان هڪ ڳالهہ سوچي رهيو آهيان، اڄ تون بہ پڌ، مون کي اميد آهي تہ تون دل ۾ نہ ڪندين. . هن دنيا ۾ ڪيترا ٻار اهڙا بہ آهن جن ويچارن جا ماءُ پيءُ موجود نہ آهن، هو يتيم خانن ۾ پيا نپجن ۽ کين ڪا سڌ نہ آهي تہ پيار ۽ ممتا ٿئي ڇا ٿي، اهڙا ٻار موڳا ۽ ڇُسا ٿا ٿيو وڃن جو کين زندگيءَ جي ڪا راحت نصيب نہ ٿيندي آهي! اسين بہ انهن ٻارن وانگر آهيون! انهن کي مائٽن جو پيار ۽ اساز، کي پنهنجي ويران ۽ خاموش زندگيءَ لاءِ ڪو رانديڪو کپي. ڇا اهو مناسب نہ ٿيندو تہ اسين ڪنهن اهڙي ٻار کي پنهنجو بڻايون؟؟
ميگڊا ورندي نہ ڏني، پر سندس سيني جي هلچل

ٻڌائي رهي هئي ته اها تجويز ٻڌي سندس اندر ۾ طوفان
اچي ويو آهي ۽ سندس دل بي قابو ٿي ويئي آهي!
هن جي اندر ۾ باهه ٻرڻ لڳي هئي، سندس تمنائن جا
محل مسمار ٿي رهيا هئا، ۽ سندس محتا، آزمائش ۾
پئجي ويئي هئي!! ايوان کيس خاموش ڏسي وري پڇيو ”ميگدا!
ڇا توکي اها رٿ پسند نه آئي؟ توکي انهيءَ ڳالهه جي
ڪا پرواهه نه آهي؟“

ميگدا جي سڏڪن جا آواز وڌي ويا هئا، ڏاڍي
مشڪل سان هن وراڻيو.. ”جيئن تنهنجي خوشي، ايوان
مون کي ڪهڙو اعتراض؟؟“

”آهه. منهنجي پياري ميگدا.. منهنجي زندگي. مون
کي خاطري هئي ته تون مون کي نااميد نه ڪنديني
يقين رک ميگدا، ته ٻار کي هٿ ڪرڻ کان پوءِ ڪو
ائين نه ٿيندو ته آئون تنهنجي مائٽن کي وساري ڇڏيندس.
هو منهنجا محسن آهن، تنهنجو هٿ، منهنجي حوالي
ڪري هنن مون تي وڏو احسان ڪيو آهي ۽ آئون
احسان وساريندڙ نه آهيان! آئون برابر سندن پرگهور
لهندو رهندس!! ”ايوان نرميءَ ۽ پيار سان چيو“ ڏس
نه هڪ بي سهارا، يتيم ٻار کي ماءُ جو پيار نصيب
ٿيندو ته هو ڪيڏو خوش ٿيندو!! ڀلا تون هن ٻارڙي
جهڙو گهنڊي وارن وارو ٻار پسند ڪندينءَ؟؟“

ميگدا جو سڄو جسم ٿرڪي رهيو هو... ڪنبندڙ

آواز ۾ چيائين، ”ايوان، جيڪي توکي پسند هجي، سو ڪر، مون کي اعتراض نه ٿيندو!“

ايوان وري چيو... ”پلا هڪ ننڍي نينگر جي باري ۾ تنهنجو خيال ڇا آهي، آئون ڀانيان ٿو ڇوڪريءَ کي جلد پنهنجو ڪري سگهجي ٿو ۽ هوءَ جلد ئي نئين ماحول ۾ رلي ملي ويندي، اسين سندس نالو به پنهنجي پسند مطابق رکنداسين ۽ ميگڊا کان سٺو نالو ٻيو ڪو ٿي نٿو سگهي: تون کيس سٺا ويس ڍڪائي اسڪول وٺي وڃ، کيس بازار مان سير رانديڪا وٺي ڏج، رات جو پنهنجي ڀر ۾ سمهارجانس، پرين جون آکاڻيون به ٻڌائجانس، ڪيئن ٺيڪ آهي نه؟ آئون اهوئي بهتر ٿو سمجهان ته تون ڇوڪري جي نسبت، ڇوڪريءَ سان جلد رلي ملي سگهندينءَ؟؟“

ميگڊا جي اکين اڳيان اونده ٿيڻ لڳي، کيس ڪجهه ڏسڻ ۾ نٿي آيو، ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نٿي آئي! سندس دل ۽ روح اذيت ۾ ورتجي ويا هئا، ميگڊا جي ناليءَ پڌڻ سان سندس حالت عجيب ٿي ويئي هئي! اڄ کيس پنهنجي ميگڊا کان هميشه لاءِ ڌار ڪرڻ جون ڳالهيون ٿي رهيون هيون، سندس ممتا کي خريد ڪيو ويو! هاڻ کيس مجبور ڪيو ويو ته پنهنجي ممتا، هڪ ڌارئين ٻار تان نچارو ڪري جڏهن ته هوءَ پاڻ اولاد واري هئي! ڇا هوءَ ائين ڪري سگهندي؟ اڄ تائين ته هوءَ خاموش رهي هئي، سندس راز، راز

رهيو هو، پر ڇا هاڻ به اهو ممڪن ٿي سگهندو؟"
سندس ممتا، سندس پيار، جيڪو صرف سندس پيٽ ڄائي
جو حق هو، جيڪا جاءِ سندس دل ۾ پنهنجي جگر
لاءِ هئي، سا هاڻ ڪيس ٻئي لاءِ وقف ڪرڻ جو پئي
چيو ويو... يعني هوءَ پنهنجي ڌيءَ جو خيال بالڪل
نه ڪري، هن لاءِ ڪجهه نه سوچي ۽ پنهنجي موجودگيءَ
۾ ڪيس يتيميءَ جو طوق پهرائي ڇڏي! ڪيس پنهنجي
بي وسيءَ ۽ گهٽ مڙسيءَ تي ڪاوڙ آئي جو سڀ ڪجهه
ڏسندي واسندي به ماٺ ڪيو ويٺي، ڇڻ خدا ڪيس زبان
ته ڏني ئي ڪونه هئي! هوءَ هڪ لفظ ڳالهائي اذيتن
جون اهي وڪ ورڪ پريل چوليون پان ڏانهن اڇڻ ڪان
روڪي ٿي سگهي، اڻ ڪيل گناهه جي سزا ڀوڳڻ ڪان
بچي سگهي ٿي، پر هوءَ اڄان چُپ هئي! ايوان ڪي
اولاد نه هو، هو اولاد جو سڪايل هو، پر انهيءَ ۾
سندس ڪهڙو ڏوهه هو، جو اهڙي سخت سزا پئي تجويز
ڪئي ويئي! چند ساعتن لاءِ سندس ذهن ۾ اهو ويچار
آيو ته ايوان کي پنهنجي ڳجهه ڪان واقف ڪري، پر
اهو سوچي خاموش رهي ته هو هڪ نيڪ ڪم جو ارادو
ڪري رهيو هو ڪنهن يتيم، ڏتڙيل ۽ زماني جي ڌڪاريل
ٻار کي پيار ڏيڻ جو ارادو ڪري رهيو هو ۽ هن ڪيس
روڪڻ مناسب نه ڄاتو ۽ ڪافي دير ڪان پوءِ ايوان
ڏانهن نهارڻ بنا چيائين، "ڀلي ائين ڪر ايوان... مون
کي خوشي ٿيندي!"

ايوان نرم ۽ ٺوڪ واري انداز ۾ پڇيو ”ڇا تون واقعي اهو چاهين ٿي، ڇا تو کي حقيقت ۾ خوشي ٿيندي ڏس پياري آئون سمجهان ٿو تہ انهيءَ قسم جو فيصلو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي ۽ تو جيڪا ممتا ۽ محبت پنهنجي ٿيڻ واري ٻار لاءِ رکي آهي سا انهيءَ فيصلي کان پوءِ تو کي ڪنهن ٻئي ٻار لاءِ وقف ڪرڻي پوندي تنهن ڪري، چڱيءَ ريت سوچي پوءِ فيصلو ڪر، جيئن اڳتي هلي پاڻ ۾ ڪو اختلاف نہ پيدا ٿي پوي!“

هن وقت ميگڊا کي پنهنجي جذبات ۽ ويچارن سان اها جنگ ڪرڻي پئي جيڪا هن ايوان سان شاديءَ جي فيصلي ڪرڻ وقت ڪئي هئي! اهو فيصلو بہ اهڙو هو جنهن سندس زندگيءَ جو وهڪروئي هڪدم بدلائي ڇڏيو هو ۽ هاڻ کيس سخت امتحان ۾ مبتلا ڪيو ويو هو، اڳ کيس اينري بهرحال اميد هئي تہ شاديءَ کان پوءِ ايوان جو سهارو تہ موجود هوندو، جنهن جي ٽيڪ تي زندگيءَ جي گاڏي پيئي رڙهندي، پر هي فيصلو، وڌيڪ سخت هو، مگر جهڙيءَ ريت هن گذريل ڏهہ سالن کان پنهنجا جذبا ۽ اُدما، پاهر نہ نڪرڻ ڏنا هئا، تهڙيءَ ريت هينئر بہ اهوئي پور پچايائين تہ ”ڏسبو زندگي مون کان اڃان ڪيتريون قربانيون ٿي طلبي، ۽ ڪيترا امتحان ٿي وٺي“ ۽ ايوان جو هٿ مضبوطيءَ سان جهلي چيائين. ”مون سوچي ورتو آهي، آئون توسان ٻڌل رهنديس ڪٿي ڪجهہ بہ ٿئي“!!

ڇو ته اهو آخري فيصلو هو، انهي اظهار
کان پوءِ منجهن انهيءَ موضوع تي وري ڳالهه
ٻولهه نه ٿي ۽ اهو پڻ ٿيو ته باقي ڏينهن هو خاموش
رهيا! ميگبا انهيءَ فيصلي کان پوءِ ڏاڍي ڏکويل نظر
اچڻ لڳي، ۽ سندس گهمڻ ۾ ڪا دلچسپي نه رهي!
ايوان ڪوشش ڪئي ته ڪيس ڪنهن نموني ڪلائي
سگهي، پر ڪاميابي نه ٿي، هو به چپ ٿي ويو ۽ پنهنجا
پور پچائڻ لڳو! ايوان ڪيترن ڏينهن کان انهيءَ موضوع
تي ڳالهائڻ لاءِ پاڻ کي تيار ڪري رهيو هو، پر اڄ
جڏهن اهو ٿي ويو ۽ ميگبا سندس ويچارن جي تائيد
پڻ ڪئي، ته به هو اداس ٿي ويو. سو ڇيائين اجايو
ميگبا جي اداسيءَ جو سبب پيدا ڪيم، جي هينئر اها
ڳالهه ٻولهه نه ٿئي ها ته گهٽ ۾ گهٽ ڏيساور جو
هي سفر ته خوشيءَ ۾ گذري ها، پر تير ڪمان مان
ڇٽي چڪو هو، هاڻي ڪيس حالتن جي گنڀيرتا کي
منهن ڏيڻو هو! انهيءَ ڪري هو جلد از جلد سفر ختم
ڪري واپسيءَ جو سوچڻ لڳو، جتي ٻه ڏينهن ترسڻ
جو پروگرام هون، اتي هڪ ڏينهن پئي ترسيا ۽ ڪٿي
وري ترسيائي ڪون ٿي، ڪنهن به تفريح گاهه يا گهمڻ
جهڙي هنڌ تي وڃڻ لاءِ سندن دل ئي ڪون ٿيندي
هئي ۽ هو رڳو خانه پُريءَ لاءِ مختلف شهرن تائين
ويندا هئا! انهيءَ تمام عرصي ۾ ميگبا تي ڇڻ خاموش
رهڻ جو جنون سوار ٿيو هو ۽ رکي رکي پيئي ٿڌا

ساهه ڪٽنديون هئي، ايوان اڪثر ڪري ڏسندو هو ته هوءَ
خيالن ۾ گم ٿي ٿي ويئي، جيتوڻيڪ ظاهري طور تي کيس
خوش ڪرڻ خاطر هوءَ پنهنجن چپن تي مرڪ پکيڙڻ
جي ڪوشش ڪندي هئي! ايوان مسلسل اهڙي ڪيفيت
کي سمجهي رهيو هو، پر کيس آٿت ڏيڻ لاءِ وٽس لفظ
ئي ڪونه هئا. اڄان جي مٿس ڪجهه ظاهر ڪري ها ۽
کيس انهيءَ راز ۾ ڀائيوار ڪري ها ته وٽس ڳالهائڻ
لاءِ ڪجهه ٿي پوي ها، پر جڏهن ميگدا اهو پهه ڪري
ورتو هو ته حالتن کي سڌارڻ لاءِ ڪو قدم نه ڪٽندي
ته ايوان ڀلا ڇا ٿي ڪري سگهيو، نه ته دراصل هن
اهو ذڪر انهيءَ ڪري ڪيو هو ته ميگدا پاڻ کيس
ائين ڪرڻ کان روڪي ۽ پنهنجي اولادي هجڻ جي
خبر ڏي، پر هوءَ ڏاڍي مضبوط حواسن جي مالڪ هئي
جو ايترو برداشت ڪري رهي هئي! رهي ڳالهه اها ته
ڇا واقعي ايوان جي ذهن ۾ ڪا اهڙي تجويز هئي جنهن
موجب ڪنهن يتيم ٻار کي هنج ۾ ورتو وڃي، ته اها
ڳالهه سوچڻ کان ئي پري هئي، ها اها خبر نه هجڻ
جي صورت ۾ هو شايد ائين ڪرڻ جو ويچاري ها، پر
جيئن ته کيس سڀ خبر هئي، ته هو ائين ڪيئن ڪري ها!
ڀل ڪٿي ميگدا کيس اجازت ڏني هئي، تنهن هوندي به
هو هڪ ماءُ جي احساسن جو اندازو لڳائي پئي سگهيو
۽ هُن اٿلو پنهنجي زندگي وهم بنائڻ نه پئي گهري!
سالزبرگ ۾ سانوڻيءَ جي مند شروع ٿي ويئي هئي

هئڻ کي پراگ واپس وڃڻ جو بهانو ملي ويو! هونئن
۽ هنن لاءِ ڪا خوشيءَ جهڙي ڳالهه نه رهي
به هن سفر ۾ هنن لاءِ ڪا خوشيءَ جهڙي ڳالهه نه رهي
هئي ۽ ٻئي ڄڻا سخت پريشانين ۾ وڪوڙجي ويا هئا
خاص ڪري ميگدا تي اداسيءَ جو گهڻي ڀاڱي غلبو
رهيو. پر هن گهر وڃڻ به ڪنهن خوشيءَ جو اظهار نه
ڪيو، ڇڻ گهر رهڻ يا گهر کان ٻاهر رهڻ، لاءِ هاڻ
ساڳي ڳالهه هئي! پراگ پهچڻ کان پوءِ به ماحول سازگار
نه ٿي سگهيو ۽ اداسيءَ ۽ پريشانيءَ جا ڪڪر بدستور
سندس زندگيءَ مٿان ڇانيل رهيا! ايوان پنهنجي پر ۾
اهڙي ڪوشش ڪندو رهيو جيئن حالتن ۾ ڪو سازگار
ڦيرو اچي، معاملو ڪجهه ٺيڪ ٿئي، پر ڪو به فائدو
نه ٿيو! سندس ذهن کي به ڄڻ زنگ لڳي ويو هو ۽ اهڙي
ڪا تجويز ڪيس نٿي سُجهي جنهن سان سندن زندگيءَ
تي ڇانيل اهي ڪارا ڪڪر، دور ٿي وڃن، سندن دلين
۾ پيدا ٿيل ڪدورت، صاف ٿي وڃي، ۽ سندن دلين ۾
هڪٻئي جو پيار ڇوليون هڻڻ لڳي!! ايوان جي موڪل
اڃان ختم نه ٿي هئي، سندس دفتر وڃڻ ۾ اڃان ٻن
هفتن جو مدو پيو هو، گهر ۾ سُک نه هو، سو هو
وري هڪ ٻئي سفر تي آسهڻ جي تياري ڪرڻ لڳو!
سبب طور ميگدا کي چيائين ”مُنڙي، مون کي گهوٽ
۾ ڪجهه ڪم آهي ۽ جيئن ته اڃان موڪل به پيئي
آهي، آئون چاهيان ٿو ته وڃي ڪم لاهي اچان، اهو
پڻ ممڪن آهي ته آئون بوهيميا وڃان ۽ ساهرن سان

ماڻهو اچان، پر اهو پروگرام ڪو پڪو نه آهي، آئون سمجهه ته ٻن ٽن ڏينهن ۾ موٽي ايندس!

ٻوءِ جڏهن هو ٽيلهو ڪٽي روانو ٿي ٿيو تڏهن ميگدا جي چپن کي چمي چوائينس، جي ٿي سگهيو ته ڪا ننڍڙي، سهڻي ۽ سلڇڻي ڇوڪري ٻه پاڻ سان وٺيو ايندس، اهڙي ڇوڪري ڳولڻ ۾ آسانيءَ سان ملي سگهي ٿي ۽ اها جلد پاڻ سان هري مري ويندي ۽ نئين ماحول ۾ پاڻ کي جذب ڪري وٺندي! ۽ ڳوٺاڻي ڇوڪريءَ جو اهو ٻڻ فائدو ٿيندو جو، ڪيس جي تنهنجا لاڳاپا سانس ٺيڪ نه رهي سگهيا ته ان کي واپس ٻڻ موڪلي سگهبو"!!

ميگدا ورائيو. "جيئن تنهنجي مرضي!" مون کي پڪ آهي ته تنهنجي پسند اهڙي نه هوندي جنهن کي واپس موڪلڻ جي ضرورت پيش اچي"!!

ادوان ڪيس ٻنهنجي سيني سان لائيندي چيو "منهنجي خط جو انتظار ڪجانءِ، جي مون کي ڪاميابي ٿي ته آئون هڪدم توکي اطلاع ڏيندس"! ۽ پوءِ هو موڪلائي روانو ٿي ويو!

سندس روانگي جي چوٿين ڏينهن صبح مهل ميگدا کي سندس خط مليو. هن لکيو هو. "پياري ميگدا، ڏهه سالن کان اسان جون اکيون جنهن شئي جي ديدار پسڻ لاءِ واجهائينديون رهيون، تنهن جو پرتو، مون کي ملي ويو آهي، جيئن ته پاڻ هڪ ڇوڪريءَ کي هنج وٺڻ

جو فيصلو ڪيو هو، سو مون کي پنهنجي ڳولها ۾
ڪاميابي ٿي آهي ۽ آئون هڪ ٻنا ماءُ پيءُ واري ڇوڪري
هٿ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهيان! اها ڇوڪري،
جيئن پاڻ چاهيو پئي، ننڍڙي نه آهي، پر ڏهه، يارهن
ورهين جي ٿيندي، پر اعتبار ڪر، هوءَ قطعي يتيم نٿي
نظر اچي، جيتوڻيڪ ڏاڍي حساس ۽ ڏکايل هئي، پر
اهڙي سهڻي، سلڇڻي، ذهين نينگريءَ کي ڏسي مون
کي واقعي ته عجب ٿيو، جو هوئن يتيم ٻار سوڳا
ٿيندا آهن ۽ هيءَ ڏاڍي چالاڪ آهي! مون کي پڪ
آهي ته توهان پڻ کيس پسند ڪندينءَ ۽ پنهنجي آرزو،
پوري ٿي ويندي، ڇوڪري يقيناً جهٽ تنهنجي ممتا
۽ پيار جي لائق پاڻ کي ثابت ڪندي! هاڻي آئون
سڀاڻ نه پر پرين ڏينهن تي ڇوڪريءَ کي ساڻ وٺي
پراگ ايندس، تون اسان سان نارٿ ويسٽرن اسٽيشن تي
ڏينهن جو اچي ملجان، ۽ ها، ماني ضرور تيار ڪرائي
وٺجان جو اسين ڊگهي سفر ڪان پوءِ ٿڪل ۽ بکيا
هونداسين!

تنهنجو ايوان رڙن!

خط پڙهي، ميگڊا کي ڪا خوشي نه ٿي! پر ڏک
به ڪونه ٿيس جو هاڻي سندس ذهن جا ڏک ۽ خوشيءَ
وارا خانا بند ٿي چڪا هئا، هن رڳو ايترو سوچيو ته سندس
ننڍڙي ميگڊا به ته يارهن سالن جي آهي، ۽ هاڻ سندس
جاءِ تي هڪ ٻي ڌاري ڇوڪري، جيڪا پڻ ڏهه يارهن

ورهين جي آهي، سندس ممتا تي پنهنجو حق ڄمائڻ لاءِ
اڃي رهي هئي! اهي ٻه ڏينهن کيس ٻن صدين برابر لڳا.
وقت ڄڻ ڄڪ هنڌ بيهي رهيو هو، جڏهن ته هن چاهيو
ٿي ته جلد از جلد ايوان سوٽي اچي ۽ اهو جيڪو
اشتياق، ڇوڪريءَ کي ڏسڻ جو سندس دل ۾ پيدا ٿيو
آهي، سو جلد ختم ٿي وڃي، نيٺ وڃي وقت ٿيو، ۽
هوءَ اڇهاڙل دل سان ايوان، يعني پنهنجي پياري گهر
ڏيءَ ۽ نئين ڌيءَ جو آڌرڀاءُ ڪرڻ لاءِ اسٽيشن پهتي!
اتي پهچي سندس دل وسامي ويئي ۽ ڳيتا ڳاڙها ٿي ويا،
اکين ۾ ڳوڙها تري آيا ۽ هوءَ جتي بيٺي هئي، اتيئي
بيٺي رهي، ڄڻ سندس قدم زمين ۾ کُپي ويا هئا. گاڏي
جي اچڻ جو آواز ٻڌي ٻه هوءَ اتان چُري نه سگهي،
۽ اتائين بيهي گاڏن جو جائزو وٺڻ لڳي ته ڪٿان ٿو
ايوان جو مهاندو نظر اچي! ريل مان ماڻهو لهندا ويا
۽ آڌرڀاءُ لاءِ آيل پنهنجن پيارن سان گڏ، اسٽيشن مان
نڪرندا ويا، پر ايوان نظر ڪونه آيو، نيٺ گاڏي صفا
خالي ٿي ويئي ۽ اسٽيشن تي مسافرن جو تعداد ۽ گوڙ
به ختم ٿي ويو، پر ايوان کيس ڏسڻ ۾ نه آيو. پاڻنيائين
ته هن خط ۾ پڙهڻ ۾ غلطي ڪئي آهي ۽ گاڏيءَ جو
صحيح ٽائيم نه سمجهي سگهي آهي! اسٽيشن جي عملي
سان گاڏين جي ٽائيم متعلق گفتگو ڪيائين پر هو ڪم
۾ رُڌل هئڻ سبب کيس نيڪ جواب نه ڏيئي سگهيو
۽ هوءَ اڪيلي ئي گهر واپس آئي! انتظار جي مدت

وري وڏي ويئي هئي، پر هوءَ ڪجهه ڪري ٻه، ته نٿي سگهي! ننڊيون ننڊيون وکون کڻندي، ڪومايل من سان هن گهر جي دروازي وٽ پهچي گهنٽي وڄائي. گهر ۾ نهايت خاموشي ڇانيل هئي، ۽ ٻاهر بيٺل ماڻهوءَ کي ڪر ضرور هن گهر جي خاموشيءَ کان ڀؤ ٿئي. ميگڊا سر جهڪايو بيٺي هئي، اوچتو در کليو، ۽ ايوان جو مهانڊو ظاهر ٿيو! ها، هو گهر موجود هو ۽ هن ئي دروازو کوليو هو، ۽ اهو ڪو خواب نه هو، يا ميگڊا جي اکين جو ڏوهه نه هو! پر هوءَ ايوان کي ڏسي وائڙي ٿي ويئي ۽ اتيئي بيٺي ڏانهس نهاريندي رهي! نيٺ ايوان کي ڪيس هٿ مان پڪڙي اندر وٺي اچڻو پيو! اندر اچي هن ميگڊا کي ڀاڪر پاتو ۽ ڪيس چمندي چيائين "مون کي افسوس آهي ميگڊا، توکي ناحق تڪليف ڪرڻي پيئي!" دراصل مون پوءِ پنهنجو ارادو مٽائي ڇڏيو ۽ مين لائين واري رستي هيڏانهن اچڻ جو فيصلو ڪيم، وقت ڪونه مليو نه توکي اطلاع ضرور ڏيان ها! پر خير! اڄ ته ڀلا توکي پنهنجي ڏيءَ سان ملايان. هوءَ به مون سان گڏ آهي!!"

ميگڊا محسوس ڪيو منجهس هلڻ جي سگهه نه رهي آهي! هن ڪوشش ڪئي پر چُري به نه سگهي. ڪيس ڦيرو اچڻ لڳو ۽ هن ڪرڻ کان بچڻ لاءِ ايوان جو سهارو ورتو. هو ڪيس سهارو ڏيئي وٺي هلڻ لڳو، ۽ ميگڊا هڪ لاش وانگر ساڻس گڏ هلڻ تي مجبور ٿي!

ايوان جي هلڻ جي انداز مان به ڪنهن قسم جي ڏڪڻ ظاهر نٿي ٿي، هو شايد بالڪل مطمئن هو ۽ ڪيس پڪ هئي ته ميگڊا، سندس پسند کي ضرور پسند ڪندي! آهستي آهستي هلندا هو ڪاڏي واري ڪمري تائين آيا. دروازو کولي ايوان، کي اندر گهڙڻ لاءِ اشارو ڪيو ۽ چيائين، اچ ميگڊ .. پنهنجي ننڍي ڌيءَ کي ڏس ۽ مون کي ٻڌاءِ ته، ڇا تون مون کان خوش آهين!!" ميگڊا مرڪندي دل سان ڪمري ۾ قدم رکيا. نرم صوفي تي هڪ شرمائيندڙ ڇوڪري ويٺي هئي ۽ هوءَ ٻ ل هرڻي وانگر پئي نظر آئي، سندس معصوم اکين ۾ ڪو اڻ ڏٺو خوف به ڏسڻ ۾ پئي آيو ۽ هوءَ ڏڪي به رهي هئي! سندس ڪاريون ۽ وڏيون اکيون دروازي ڏانهن لڳل هيون، جتان ڪيس هن اوپري ماڻهوءَ جو آواز پئي ٻڌڻ ۾ آيو جيڪو ڪيس هتي وٺي آيو هو، پر جڏهن سندس اکين، ميگڊا کي اندر ايندي ڏٺو ته هوءَ ٽپ ڏيئي اٿي کڙي ٿي، سندس اکين ۾ چمڪ پيدا ٿي، ڏڪ ۽ خوف دور ٿي ويا، ۽ ڳٽا خوشيءَ وچان ڳاڙها ٿي ويا. سندس چپ ڏڪڻ لڳا ۽ ذيڻ هن رڙ ڪري چيو.... امان!

ميگڊا به ڇوڪريءَ کي ڏسي حيران ٿي ويئي- هوءَ سندس ڌيءَ هئي ميگڊا ننڍڙي ميگڊا. پنهنجي ماءُ ڏانهن ڏسي رهي هئي، جنهن جو سڄو جسم ڏڪڻ لڳو هو، جيڪا ڪيس سامهون پسي به خاموش هئي ۽ واڻڙن جيان ڏانهس نهاري رهي هئي! ايوان سندس پر ۾ بيٺو هو،

ميگدا سندس ٻانهن مضبوطيءَ سان جهلي، پر ٻيهي نه سگهي ۽ گوڏن ڀر ڪري پيئي! ننڍي ميگدا جي خوشي ڪافور ٿي ويئي، هوءَ ماءُ جو اهو حال ڏسي روئڻ لڳي، هوڏانهن ايوان، ميگدا کي سهارو ڏيئي اٿارڻ جي ڪوشش ڪندي چيو ”ميگدا.. ميگدا.. منڙي، اهو توکي ڇا ٿي ويو آهي! هوش ڪر... پنهنجو پاڻ کي سنڀال!!

ميگدا اکيون کڻي پنهنجي ڌيءَ ڏانهن نهاريو.. ها هوءَ ساڳي هئي، سندس رت جي پيدائش، سندس جگر جو ٽڪر!! ته ڇا ڪيس هاڻي ايڏي ذهني عذاب کي منهن ڏيڻو پوندو ته ڌيءَ سندس نگاهن اڳيان رهندي، پر هوءَ ڪنهن کي اهو نه ٻڌائي سگهندي ته، ڪو اها سهڻي، شرميلي ڇوڪري، سندس پيٽ ڄائي آهي، سندس منهن تي ماڻهو ميگدا کي هنج ورتل هجڻ ۽ يتيم هجڻ جو طعنو ڏيندا. ڇا اهو سڀ ڪجهه ڪنهن انسان جي برداشت ڪرڻ وٽان هو؟ ايوان کيس سهارو ڏيئي اٿارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، هن پنهنجي هڪ هٿ سان ميگدا جي ڪاڏي مٿي ڪندي چيو،” حوصلو رک ميگدا اسان جي ننڍڙي ڌيءَ کي خوفزده نه ڪر.. کيس پيار ڪر ميگدا.. هوءَ اسان جي پيار جي ٻکي آهي“!! ايوان سندس اکين ۾ نهاريندي چيو، پر ميگدا اکيون بند ڪري ڇڏيون. سندس چهري تان رت غائب ٿي ويو ۽ چڻ هيڊ هارجي ويئي! هوءَ ڪنهن لاش وانگر ڏسجي رهي هئي! هن ڳالهائڻ پئي چاهيو، پر سندس زبان

۽ ڇپ سندس ڪنٽرول ۾ نه هئا، ڏيمٽ جيئن تيئن ڪري سندس چپن جي قيد مان هي لفظ ٻاهر نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا ”آهه: ايوان توکي اهو سڀ ڪجهه ڪيئن معلوم ٿيو؟ توکي ڪنهن ٻڌايو؟؟؟“

”منهنجي جان، مون کي ڪنهن نه ٻڌايو آهي، ڪنهن به نه، بس آئون رڳو اهو ٿو چاهيان ته تون خوش رهين، آئون توکي غمگين ڏسڻ جي همٿ نٿو ساريان، ميگدا تون خوش رهندينءَ ته مون کي به خوشي ٿيندي، پلا هاڻ ته آٿ، هوءَ ڪا ٻي ڇوڪري ته نه آهي پنهنجي ميگدا آهي، ڪيس پاڪر پائي، پيار ڪر، هوءَ تنهنجي گهر آئي آهي، ڪين پليڪار ته ڪر، اٿ منڙي ڪٿي ننڍڙي ميگدا روئڻ نه شروع ڪري ڏي!“

ايترو چئي وري ايوان ننڍي ڇوڪريءَ ڏانهن نهاريو ۽ چيائين،“ تون ٻڌين ڇو ٿي امڙ؟ اگهي وڃ ۽ پنهنجي ماءُ کي آٿت ڏي، هن جي طبيعت ٺيڪ نه آهي!!“

ننڍي ميگدا جا واڏڙن وانگر هي ڊرامو ڏسي رهي هئي، سا اڃان به ڪجهه شڪي ٿي، پر پوءِ ميگدا جي اکين ۾ ڇولهون هڻندڙ پيار جي سمنڊ کي ڏسي ڪيس همٿ ٿي ۽ ڊوڙي وڃي ماءُ جي ڀاڪر ۾ لڪي! چوڻ لڳي! امڙ! امڙ: ! توکي هي ڇا ٿي ويو آهي؟ ڇا تون منهنجي هٿ اچڻ تي ناراض ٿي آهين؟؟؟“

ميگدا ڪيس پنهنجي ڀاڪر ۾ قابو ڪئي جهليو، پر سندس سوال جو جواب ڏيڻ ٻدران هن پرسان بيٺل ايوان

جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺي، چپن تي رکيو! سندس ٽڙڪندڙ، گلابي چپن، نهايت پيار ۽ اڪير مان، ايوان جي هٿ تي مٺي ڏني، ۽ پوءِ ميگدا، اوءوان جو هٿ عقيدت ۽ احترام واري انداز ۾ پنهنجي اکين تي رکيو! سندس اکين مان گرم گرم ڳوڙها وهي رهيا هئا جيڪي ايوان جي هٿ کي محسوس ٿي رهيا هئا ۽ سندس سڄو جسم هڪ عجيب سرشاري، سڪون، ۽ اطمينان محسوس ڪري رهيو هو، خوشيءَ جي هڪ لهر، سندس سڄي جسم ۾ ڪرنٽ ڊوڙائي ڇڏيو هو ۽ هو پنهنجي پاڻ کي هڪ ڀيرو وري دنيا جو خوش نصيب ماڻهو سمجهڻ لڳو هو! ميگدا جي دل ۾ ايوان جي حيثيت دنيا وي عقيدت ۽ احترام وارن جذبن کان وڌي ويئي هئي، هن جو سيس ايوان جي قدمن ۾ جهڪڻ لاءِ بيتاب هو، ۽ بي اختيار ٿي هن ايوان کي ڀاڪر وڌو!! ايوان، سندس چپن ڳلن ۽ اکين کي چمڻ لڳو ۽ ميگدا جا جذبا، لڙڪن جي زبان ۾، ايوان مٿان گهور ٿيندا رهيا! سندس گلابي چپ هڪ دفعو وري کليا، ۽ چيائين "ايوان... تون هڪ ديوتا آهين!! تون جيڪي ڪجهه ڪيو آهي، آءٌون ست جنم وٺي، تنهنجي خدمت ڪري به اهو ٿورو نه لاهي سگهنديس. تو هڪ يتيم ڇوڪري...."

"هون هون.. منڙي، اسان جي ننڍڙي ميگدا کي يتيم نه چئو" ايوان، ميگدا جي ڳاڙهه وچ ۾ ڪٽيندي چيو. "ميگدا جو پيءُ زنده آهي ڇري. پلا پيءُ جي

نه هجيس ها نه اج هتي ڪيئن هجي ها!! هي ڏس، مون وٽ انهيءَ ڳالهه جو دستاويزي ثبوت پڻ موجود آهي...
اهو چئي، ايوان پنهنجي ڪيسي ۾ هٿ وڌو ۽ هڪ دستاويز ڪڍي ننڍڙي ميگدا جي مٿان لوڏڻ لڳو. چيائين ”هاڻ ننڍڙي ميگدا، يعني ٻيٽمسي صرف تنهنجي ڌيءَ نه آهي، ميگدا، هن سرٽيفڪيٽ تي لکيل آهي ته “ٻيٽمسي” جي پيءَ جو نالو ايوان روُن آهي، جيڪو هڪ بينڪ جو ڊائريڪٽر آهي، ڀلا جي اعتبار نه اٿئي ته ڏس ڪٿي!” دستاويز ميگدا جي حوالي ڪري هن ٻيٽمسيءَ کي هنج تي کنيو ۽ کيس چمڻ لڳو... ٻيٽمسيءَ سندس اظهار ڏسي، پنهنجا ننڍڙا چپ ايوان جي پيشانيءَ تي رکيا... ايوان کيس پنهنجي سيني سان لائيندي چيو، منهنجي ڌيءَ... منهنجي پياري ڌيءَ“!!

ميگدا، احسان منديءَ وارين نظرن سان ايوان ڏانهن نهاري رهي هئي، جنهن کيس پاڻ ڏانهن ڏسندي چيو ”ميگدا، تون منهنجي ڌيءَ کي پيار نٿي ڪرين اها ڳالهه ڪا چڱي ته نه آهي، ڀلا، ڇا منهنجي ڌيءَ ۾ ڪا ڪمي آهي جو تون کيس چمي پڻ نٿي ڏين“؟؟

ميگدا مرڪندي، ٻيٽمسيءَ کي پنهنجي ٻاڪر ۾ ڀريو ۽ کيس پنهنجي سيني ۾ لڪائي ڇڏيائين!!

ايوان چيو، ”مٺڙي، هاڻ جڏهن موڪلون ختم ٿينديون ته اسين پنهنجي ڌيءَ کي اسڪول ۾ داخل ڪرائي ڇڏينداسين ۽ پوءِ تون کيس روز صبح سويل اسڪول

ڏانهن وٺي وڃجان، پر نه، تون اڪيلي ڇو، ٻاڻ ٻئي گڏجي هلنداسين جيئن اسان جي ٻچڙيءَ کي ڪنهن به قسم جي ڪميءَ جو احساس نه ٿئي“!!

ميگدا خوش هئي. سندس جسم ۾ رت ڦرڻجي ويو هو، سندس ڳتا هڪدم ڳاڙها ٿي ويا هئا ۽ سندس اکيون روشن ٿي ويون هيون.. هوءَ ننڍڙي ميگدا جي وارن ۾ آڱريون ڦيري رهي هئي. ايوان وري چيو ”اڙي تون نه صفا موڳي ٿي پئي آهين! ويچاري اسان جي ڌيءَ ٻکي آهي، ڪيس کائڻ لاءِ نه ڪجهه ڏي“!! ۽ ها، ماني کان پوءِ کيس بازار وٺي هل نه سندس ماپ جا لباس وٺي اچجن، ويچاري اسان جي نينگريءَ وٽ ڪپڙا به تمام ٿورا آهن“!!

ڌيءَ حاصل ڪري جتي ”ميگدا خوش ٿي، آتي، ايوان به ڏاڍو خوش هو جو ٻچڙسي هاڻي کيس بابا ڪري ڪوٺيندي هئي ۽ هوءَ ڏاڍي سلڇڻي ۽ هوشيار نينگر هئي، هاڻ ٻنهي ۾ ڪا ڳالهه راز نه هئي، ڪين ڪا پريشاني ۽ ڏک نه هو، ايوان کي اولاد نه هجڻ جي پيڙا نه هئي، ميگدا کي پنهنجي ڳجهه لڪائڻ لاءِ صعوبتون نه سهڻيون هيون، زندگيءَ ۾ سندن دلچسپي موٽي آئي، ڪين هڪٻئي سان ڏاڍو پيار ٿي ويو، ٻچڙسي هنن لاءِ هڪ رانديڪو ثابت ٿي، هو واندڪائيءَ جو تمام وقت پيا ساڻس راند ڪندا هئا، کيس پيار ڪرڻ لاءِ هڪٻئي سان وڙهندا هئا، هاڻ سندن گهر ۾ هنگامو

ٿيندو هو، گوڙ ٿيندو هو، ڇڻ ٻيٺل ٻاڙيءَ ۾ ڪنهن
يڪدم ڪَڪر اڇلايو هجي، هاڻي ايوان کي دوستن
جي ٻارن سان راند ڪرڻ جي ضرورت نه هئي. ميگدا
کي راتين جو لڪي لڪي روئڻ جو ڪو سبب نه هو،
هنن ٻيتمسيءَ کي تمام گهڻا رانديڪا وٺي ڏنا هئا، ڪيس
نوان ويس ڍڪائيندا هئا، اسڪول جي وقت ٻئي ڄڻا
کيس آڱرين کان وٺي اسڪول تائين پهچائڻ ويندا هئا
۽ رات جو واري واري سان کيس پرين جون آکاڻيون
ٻڌائيندا هئا.

هاڻي هو بي اولاد ڪونه هئا، وٽن هڪ وڻندڙ،
من موهڻي، شرارتي، ۽ مرڪندڙ ڌيءَ هئي!! سندن زندگيءَ
۾ ڪو ڏک نه هو، کين هر دنياوي نعمت هاڻ ملي
چڪي هئي، ۽ الله جا ٿورا مڃيندي، پنهنجي زندگي
راحت ۽ خوشيءَ سان گذاري رهيا هئا!!

# ايندڙ ڪتاب

## عظمت ادبي اڪيڊمي

## ايڪيهون ڪتاب

”علم تدريس مظلومن لاءِ“

مصنف - محمد ابراهيم جويو




سفيد ڪاغذ، خوبصورت ڇپائي،
آفسيٽ تي ڇپيل ڊائيٽل ۽ جويي صاحب جي تحرير!!
فيبروري ٨٤ جي پهرئين هفتي ۾ منظر عام تي ايندو.

# ملير ڪتاب گهر

چون ٿا تہ سنڌي ڪتاب مهانگا آهن- پر اسان جي دعويٰ آهي تہ سنڌي ڪتاب سستا آهن- اسان جي انهيءَ دعويٰ جو ثبوت حاصل ڪرڻ لاءِ صرف هڪ دفعو اسان جي ڪتاب گهر تي تشريف آڻيو- اسان ڪان توهان ڪي، سنڌي ادبي بورڊ، سنڌالاجي، نيو فيلڊس، سهڻي، عظمت ادبي اڪيڊمي وغيرهم* جا ڇپرايل ڪتاب ۱۵ کان ۵۰ سيڪڙو رعايتي قيمت تي ملي سگهندا- اها پيشڪش صرف هڪ ڪتاب جي خريدار لاءِ پڻ آهي.

مثال طور.

۱- توجنين جي تات — سندري اتمچنداڻي

قيمت ۱۱-۰۰، رعايتي قيمت ۶-۰۰

۲- پيار پيار پيڙا پيڙا — سندري اتمچنداڻي،

قيمت ۱۰-۰۰، رعايتي قيمت ۵-۰۰

۳- جنگ ۽ انسان- شولو خوف

قيمت ۶-۰۰، رعايتي قيمت ۴-۰۰

۴- لگ منهنجا لوهہ — اشرف دهقاني

قيمت ۱۰-۰۰ رعايتي قيمت ۶-۰۰

۵- بي اولاد اگنات هرمين

قيمت ۵-۰۰ رعايتي قيمت ۴-۰۰

هڪ دفعو ضرور اسان کي آزمايو.

ملير ڪتاب گهر- دوڪان نمبر ۸ باسم چيمبرز
گاڏي کاتو- حيدرآباد-